# تاريخ جو سفر

مصنف: ڊاڪٽر مبارڪ علي
سنڌيڪار: ابوبڪر شيخ



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1992ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ اٺهٺ

ڇپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ — نيو فيمس پرنٽنگ پريس،
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن — ڊسمبر 1992ع

قيمت -/45 رپيا



---

TAREEKH JO SAFAR. written by Dr. MUBARAK ALI. Translated in Sindhi by ABU BAKAR SHAIKH. Published by New Fields Publications, Tando wali Mohammad, Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition December 1992. Price Per Copy Rs. 45/-
Book No. 168

# فهرست

# مترجم پاران

تاريخ- هر قوم جي جهولي ۾، گلن ۽ ڪنڊن وانگر پيل آهي، اهي گل ۽ ڪنڊا، ماضيءَ جي تجربن ۽ عملن جا شاهد هوندا آهن. هاڻي جڏهن زمانو ڦريو آهي، ذهنن ۾ لاعلمي جي ڪاراٽ بدران علم جي جوت جلڻ لڳي آهي ۽ زمانو سمجهڻ لڳو آهي ته، تاريخ اُن تحرير جو نالو ناهي جنهن ۾ حاڪم جي خوشنودي جا ويهي ڏُڪ پرجن، پر تاريخ اُها آهي جنهن جو تحرير ڪندڙ مورخ پنهنجي قلم جي تقدس کي جاري رکندي حالتن ۽ واقعن کي صحيح ۽ سچي روپ ۾ رقم ڪري.

ڊاڪٽر مبارڪ علي جو هي ڪتاب، تاريخ کي سمجهڻ ۾ نهايت اهم ڪردار ادا ٿو ڪري. هن ڪتاب ۾، تاريخ ۽ انساني زندگي جي ڳانڍاپن ۽ پوندڙ اثرن جو تجرباتي ۽ سائنسي بنيادن تي تجزيو ڪيو ويو آهي.

منهنجي خيال ۾، هي ڪتاب هر پڙهيل لکيل ۽ سچاڻ ذهن کي مطالعو ڪرڻ گهرجي- جيئن مستقبل جو رستو ماضيءَ جي حقيقتن مان ئي تخليق ڪري سگهجي ٿو.

آءٌ ٿورائتو آهيان محترم فيروز احمد ميمڻ صاحب جن جو، جنهن سچي دل سان هن ڪتاب جي ترجمي ڪرڻ لاءِ همٿايو ۽ پنهنجي ناميارِي اداري طرفان شايع ڪرايو.

**ابو بڪر شيخ**
۲۵-۱۱-۹۲
بدين سنڌ.

# ٽاريخ جا بدلجندڙ نظريا

انسان جو ماضي ڏکيو ۽ منجهيل آهي، انهيءَ ۾ واقعن جا ڍڳ، انساني سرگرمين ۽ ڊراسائي تفصيل آهن، قومن جو عروج ۽ زوال آهي، تهذيبن جي موت ۽ زندگيءَ جا داستان آهن. ديومالائي شخصيتن کان وٺي، مفڪرن، سياستدانن ۽ سائنسدانن جون سوچون ۽ نظريا لڙيل پکڙيل آهن، جڏهن هڪ مورخ انهن وکريل واقعن کي ميڙي چونڊي ترتيب ڏيئي تاريخ جوڙي ٿو، ته انهن واقعن جي ترتيب تاريخ جو مفهوم پيدا ڪري ٿي ۽ تاريخ جي انهيءَ مفهوم کي سمجهڻ لاءِ مختلف نظريا پيدا ٿين ٿا، انهن ۾ اختلافن جو پيدا ٿيڻ ان لاءِ ضروري آهي جو تاريخ جي عمل ۽ ان جي رفتار ۾ هڪجهڙائي ناهي- بلڪ اختلاف آهن ۽ انهيءَ لاءِ تاريخ کي مختلف ۽ ڌار ڌار خيالن سان ڏٺو وڃي ٿو.

ڪجهه مفڪر ته، تاريخ ۽ ان ۾ جنم وٺندڙ واقعن کي 'حادثاتي' يا 'اتفاقي' قرار ڏين ٿا ان لاءِ هو تاريخ ۾ ڪنهن به مفهوم جي قابل ناهن، انهن جو خيال آهي ته، تاريخ ۾ جيڪي واقعا ظهور پذير ٿيا آهن، سي هڪٻئي کان ڌار نظر اچن ٿا، انهن جو پاڻ ۾ نه ڪو واسطو آهي ۽ نه ئي وري ڪو تسلسل بلڪ انهيءَ جو هرهڪ واقعو پنهنجي ڌار حيثيت ۽ حقيقت رکي ٿو. انهن واقعن ۾ جنگين جو گوڙ، سازشن جا ڳانڍاپا، منن ۽ تاريخن جو آزار ۽ بيشمار نالن جون ڏکايون. انهيءَ لاءِ، انهيءَ مان ڪجهه به سکي نٿو سگهجي. تاريخ ته هڪ بي معنيٰ شيءِ آهي. واقعا ٿين ٿا ۽ ٿيندا رهندا، انسان جو انهن تي ڪوبه وس ڪونهي ۽ نه ئي انسان انهن واقعن مان ڪو سبق حاصل ٿو ڪري سگهي، انهيءَ لحاظ کان تاريخ هڪ بي مقصد ۽ بيڪار علم آهي.... پر تاريخ متعلق ان مايوس ڪندڙ سوچ جي برعڪس، مفڪرن تاريخ کي ڪيترين

ڌار ڌار جاين تان ڏنو ۽ لکيو آهي. انهيءَ ۾ ٿيندڙ واقعن جي ذريعي انهن ۾ معنيٰ ۽ مطلب پيدا ڪيو آهي، انهن موجب، واقعا خودبخود جنم نٿا وٺن، بلڪ انهن جي تري ۾، انسان جو ذهن ڪم ڪندو آهي. جيڪڏهن واقعن جو تجزيو ڪيو وڃي ته اُن مان انساني ارادن، خواهشن ۽ محرومين جي چٽي طرح خبر پئجي سگهي ٿي ۽ اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته - ڪيئن هڪ واقعو ٻئي واقعي سان، زنجير جي ڪڙين وانگر ڳنڍيل آهي. ڪوبه واقعو اڪيلو نه هوندو آهي، بلڪ اُن جي پس منظر ۾ ڪيترا سبب هوندا آهن. هڪ مورخ جو ڪم اهو آهي ته، هو واقعن جي سببن کي ڄاڻي ۽ اُنهن جي تسلسل جي گهرائي سان جائزو وٺي.

ڪجهه مورخ، انهي وڏي تاريخي ملڪيت مان صرف سياسي واقعا چونڊي اُنهن جي بنياد تي تاريخي عمل کي سمجهڻ جي ڪن ٿا. انهن اڳيان، تاريخ ۾ شاهي حڪمران خاندانن ۽ طبقن تمام اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، ان لاءِ انهن مورخن جي تاريخ جو مرڪز، بادشاهه جي ذات، دربار، قانون، جنگيون ۽ سلطنت جو انتظام هوندو آهي. اهي هڪ خاڪو جوڙيندا آهن، جنهن ۾ سندن طبقاتي سوچ لڪيل هوندي آهي. انهيءَ تحت اهي بادشاهن ۽ حڪمرانن کي پرکيندا آهن ته، انهن ۾ ڪير سٺو هو ۽ ڪير خراب؟. انهن جا جوڙيل قانون ۽ سلطنت متعلق انتظامن مان فائدو ٿيو يا نقصان؟ اهي صرف سياسي واقعن کي، تاريخ جي عمل ۾ تبديلي جو سبب ڄاڻائيندا آهن ۽ معاشري ۾، ٿيندڙ ٻيا سڀ واقعا نظرانداز ڪري ڇڏيندا آهن.

هڪ ٻئي طرف کان، تاريخ کي جاگرافيائي حالتن تحت پرکيو وڃي ٿو ۽ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو وڃي ٿو ته، آب هوا ۽ جاگرافيائي علائقا تاريخ جي تعمير ۽ تشڪيل ۾ حصو وٺن ٿا ۽ قومن ۾ ڌار عادتون ۽ خاصيتون پيدا ڪري، انهن ۾ خاص قسم جو ڪردار پيدا ڪن ٿا. ان لاءِ هر علائقي جا ماڻهو پنهنجين عادتن ۽ خصلتن ڪري سڃاتا وڃن ٿا. هر ڪا قوم پنهنجي جاگرافيائي

خصوصيتن هيٺ ثقافتي روايتون ۽ ادارا تخليق ڪري ٿي ۽ انهن جا سچا عمل ۽ لاڙا، اُن علائقي جي آب هوا ڪري پروان چڙهن ٿا.

”فرائڊ“ جيڪو تاريخ متعلق نظريو پيش ڪيو، ان مطابق انساني تاريخ ۽ سماجي ادارا تڏهن وجود ۾ اچن ٿا، جڏهن اُنهن تضادن کي دٻايو وڃي ٿو جيڪي اسانجي لاشعور ۾ موجود آهن، تهذيب اُن وقت وجود ۾ اچي ٿي جڏهن اسين پنهنجي جنسي خواهشن ۽ شهوت کي، جيڪي اسانجي لاشعور ۾ آهن. اُنهن کي دٻايون، ڇوته لامحدود شهواني جذبات، قتل ۽ تباهي، غيراخلاقي جنسي تعلقاتن ۽ ويڙهه طرف وٺي وڃن ٿا ۽ اهڙا معاشرا، جن ۾ اهو سڀ ڪجهه هجي، اهي ”تهذيب“ تخليق ڪرڻ جي لائق نه هوندا آهن. جڏهن انسان پنهنجن جذبن کي سنڀالي ٿو، ته اُن وقت هو پنهنجي طاقت کي، تخليقي ڪمن طرف لڳائي سگهي ٿو ۽ تهذيب جي تخليق ڪرڻ ۾ ڀرپور حصو وٺي سگهي ٿو. انسان انهن خواهشن کي ڪيتري حد تائين دٻائي سگهي ٿو. ڪيتري سختي سان دٻائي ٿو ۽ انهن کي دٻائڻ لاءِ ڪهڙا طريقا اختيار ڪري ٿو اُنهن سان، تهذيب ۽ ثقافت جو معيار مقرر ڪري سگهجي ٿو ۽ انهيءَ سان ئي آرٽ جون شڪليون وجود ۾ اچن ٿيون.

تاريخ کي، ڪجهه مفڪرن، فلسفيانه طريقي سان جانچيو ۽ ان جي پرک ڪئي. انهيءَ سلسلي ۾ سندن اها ڪوشش هئي ته تاريخ کي هڪ ڏار ۽ اعلى معنى ۽ مفهوم ڏنو وڃي. ان لاءِ انهن، تاريخ کي وسيع پس منظر ۾ ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. انساني تهذيب جو وسيع مطالعو ڪيو. انهي خيال کان، هر تهذيب جو هڪ ڏار ڍانچو هوندو آهي. هر تهذيب جيوت رکندڙ آهي ۽ مختلف مرحلن مان گذري ٿي. ”والٽير“ تاريخي عمل کي ميڪانڪي قرار ڏنو ۽ سندس تشريح ڪجهه هن ريت ڪئي ته: فطرت، هر مخلوق لاءِ قانون مقرر ڪيا آهن، مثلاً: ”پکي“ آکيرو جوڙي ٿو، ”تارا“ پنهنجي مقرر ڪيل رستن تي هلن ٿا اهڙي طرح، دنيا ۾ تاريخي عمل ميڪانڪي انداز ۾ جاري آهي. جيئن ته انسان

معاشري لاءِ پيدا ٿيو آهي، ان لاءِ هو معاشري جي خاڪي ۾ پنهنجي تڪميل ڪري سگهي ٿو جيڪو قدرت، هن جي لاءِ جوڙيو آهي، جيڪو معاشرو هڪ دفعو مڪمل ٿي وڃي ٿو آهو تقليد هٿان ختم ٿي وڃي ٿو. جينيسس لاءِ صرف هڪ صدي هوندي آهي ۽ ان کان پوءِ آن جو تباهه ٿيڻ وارو عمل شروع ٿي وڃي ٿو. انهيءَ لاءِ تاريخ ۾ ترقي ۽ مڪمل ٿيڻ جا حصا هوندا آهن. معاشرو انهيءَ ۾ ۽ وحشت جي دؤر، پنهي جي وچ ۾ ڦيريون ڏيندو رهي ٿو... انهيءَ لاءِ والٽير، يورپ جي تهذيب جي باري ۾ پرآميد ناهي — سندس نظريي موجب، آهو وقت ايندو جڏهن وحشي ماڻهو اوپرا ڪري رهيا هوندا ۽ يورپي ريڊ انڊين ناچ طرف موٽي چڪا هوندا.

تاريخ ۾، قومن ۽ تهذيبن جي انهي گردش کي ابن خلدون، اشپينگلر ۽ ٽائن‌بي، پنهنجن پنهنجن نظرين تحت پيش ڪيو. ”اشپينگلر“ به والٽير وانگر مغربي تهذيب کي زوال پذير سڏيو ۽ اڳڪٿي ڪئي اٽس ته ٢٣ هين صدي ۾ مغربي تهذيب مري ويندي ۽ انهي جي جڳهه سلاوي (روسي) يا چيني تهذيب وٺندي.

مذهبي نقطءِ نظر کان، جيئن ته ڪائنات پيدا ڪرڻ ۽ هلائڻ وارو خدا يا ديوتا آهي، ان لاءِ تاريخي عمل، ان جي مرضي ۽ خواهش سان هلي ٿو، ان نظريي اڳيان سڄي تاريخ ”خير“ ۽ ”شر“ جي تاريخ آهي. جنهن ۾ آخر فتح خير ۽ نيڪي جي ٿئي ٿي. انهن مان هڪ طبقو مذهبي وجودي مفڪرن جو آهي جن جي چوڻ مطابق — خدا انساني تاريخ جي تشڪيل ۾ دخل ته ڪونه ٿو ڏئي مگر انسان ۽ رب جي وچ ۾ جيڪو ڳانڍاپو آهي، آهو تاريخ کي جوڙڻ ۾ واهرو ٿئي ٿو.

چا شخصيتون تاريخ ساز ٿين ٿيون؟ انهي نظرئي جا حامي چون ٿا ته — حالتن جو ڏهڻ، انهن کي تبديل ڪرڻ، وقت جي رفتار کي تيز ڪرڻ يا روڪي وجهڻ، تاريخ ۾ اهي سڀ ڪم شخصيتون ڪنديون آهن ۽ عام ماڻهو رڳو مسافر هوندو آهي، ان ۾ سوچڻ، سمجهڻ ۽ عمل جي صلاحيت نه هوندي آهي. جيڪڏهن شخصيتون

نہ هجن تہ معاشرو هڪ هنڌ ڄمي وڃي. هڪڙي لحاظ کان اهي شخصيتون، خدا جون نمائنده آهن، جيڪي هن ڪائنات کي هلائين ٿيون.

شخصيتن واري نظرئي جي لڳو لڳ هڪ ٻئي نظرئي مطابق- تاريخ جي تشڪيل ۾، عظيم قومون حصو وٺنديون آهن. جن قومن ۾ تمام گهڻيون صلاحيتون ۽ توانائي آهي، انهن علمن ۽ فن کي تخليق ڪري ترقي ڪئي.... تاريخ ۾ وڏنڌڙ ۽ عظيم قومون يوناني ۽ يهودي آهن، جيڪي پنهنجن ڪارنامن کي آسمان تي چاڙهي پيش ڪنديون آهن ۽ تاريخ ۾ رکو پنهنجن ڪردارن کي وڏو ڪرڻ ۾ رُڌل آهن.

تاريخ ۽ انساني فطرت جي ڳانڍاپي ۽ تعلق تي زور ڏيندي، هيءَ ڳالهہ ڪئي ويئي تہ انساني فطرت تاريخ کي تخليق ڪري ٿي، ڇوتہ واقعن جي تري ۾، انسان جون ضرورتون ۽ سندس جذبا ڏين ٿا جيڪي انسان کي عمل ڪرڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا ۽ انهن جي مدد سان انسان پنهنجي تقدير جوڙي ٿو.

ميڪاولي، انساني فطرت متعلق چيو تہ انساني فطرت بنيادي طور برائي ڏانهن مائل آهي، انسان نيڪي صرف اُن وقت ڪري ٿو جڏهن ڪيس ان جي ضرورت هوندي آهي، فطري طور انسان بک، لالچ ۽ طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ عمل ۾ رهي ٿو، سندس ويجهو جيئن تہ فطرت هميشه هڪجهڙي رهندي آهي، ان لاءِ تاريخ جو اهو ڪم آهي تہ ان ذريعي هو تاريخ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري.

ميڪاولي جي خصوصيت اها آهي تہ هن تاريخ کي هڪ ”سيڪولر“ خيال ڏنو. هن جي چوڻ موجب: انسان جي وجود ۽ انهن جي سرگرمين کي عملي حقيقتن جي روشني ۾ جانچڻ ۽ پرکڻ گهرجي ۽ نہ ڪي مذهبي ۽ اخلاقي رسمن جي روشني ۾.... ميڪاولي ”تاريخ“ کي ”مذهب“ ۽ ”اخلاق“ کان ڌار ڪري ڇڏيو ۽ ان لاءِ سيڪولر ۽ سائنسي بنياد فراهم ڪيا. بقول ”بيڪن“

جي ته.... ميڪاولي ٻڌايو آهي ته — انسان ڇا آهي؟ ۽ ان کي ڇا هئڻ گهرجي.

مارڪس سوچ جي لحاظ کان - تاريخي عمل ۾ پيداوار جا ذريعا، پيداواري واسطا ۽ طبقاتي ڪشمڪش تمام اهم ڪردار ادا ڪري ٿي.... جڏهن انهيءَ خيال هيٺ تاريخ جو مطالعو ڪيو ويو ته انهيءَ تاريخي مطلب کي نئون رنگ ڏنو. انهيءَ خيال جي لحاظ کان اهو ڏسي سگهجي ٿو ته نظرين ۽ سوچن جي تخليق ڪرڻ ۾ ڪهڙن طبقاتي مفادن جو ڪردار آهي، مختلف تحريڪون ڪهڙين حالتن ۾ پيدا ٿيون؟ ۽ انهن تحريڪن مان ڪنهن کي فائدو پهتو؟ غلامي واري عرصي ۾ ڪهڙا قانون تخليق ٿي رهيا هئا؟ جاگيرداري واري زماني ۾ ڪهڙن جڙن مان ثقافت جي جاءِ جڙي رهي هئي؟ انهيءَ جي مدد سان معاشري جي سياسي، سماجي ۽ تاريخي حيثيت کي سمجهڻ ۽ ان جو تجزيو ڪرڻ ۾ مدد ملي ٿي.

١٩٣٠ع ڌاري، فرانس ۾ تاريخ کي سمجهڻ جو هڪ نئون نقطءِ نظر آيريو، جنهن ۾، جاگرافيائي، معاشي، سماجي، لساني ۽ تاريخي سواد کي گڏ ڪري انهيءَ مان وسيع انداز ۾، انساني معاشري جو مڪمل جائزو ورتو ويو.... انهيءَ خيال ۾، انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو ويو ته، انسان ۽ ان جي طبعياتي ماحول سان جيڪو تعلق آهي ان کي ظاهر ڪيو وڃي، انهيءَ خيال رکندڙ جي هڪ ترجمان ”لوسين فيبرو“ چيو ته.... اسانکي هڪ اهڙي تاريخ جي ضرورت آهي جنهن ۾ سڀني جي خوشبو هجي، ڳوٺ هجن، فصل ۽ ان جي لڻ جو محنت وارو پگهر هجي. تاريخ جي انهي نظرئي شهر بجاءِ ڳوٺن ۽ چونڊيل ماڻهن بجاءِ عوام کي تاريخ جو مرڪز بڻايو.

## تاريخ ۽ آمريت:

هڪ آمر جي حڪومت جو بنياد، جمهوري قدرن، روايتن ۽ ادارن تي نه هوندو آهي، بلڪ هو پنهنجي سياسي طاقت کي

تشدد ۽ فوجي طاقت جي سهاري سان برقرار رکندو آهي، ان لاءِ ان جي اها ڪوشش هوندي آهي ته هو اهڙين حقيقتن ۽ واقعن کي لڪائي، جن جي ظاهر ٿيڻ سان سندس حڪومت کي خطرو ٿي سگهي ٿو. آمر جو اهو مقصد هوندو آهي ته سندس حڪومت جون جيڪي ڪمزوريون آهن، اهي عوام اڳيان نه اچن ڇو ته انهن جي منظرعام اچڻ تي مخالف ڌر کي سگهه ملي ٿي ۽ هو تحريڪون هلائين ٿا.... ان لاءِ هر وقت اهو تاثر ڏيندو آهي ته سندس حڪومت مضبوط ۽ مستحڪم آهي، ۽ منجهس ايتري قابليت آهي جو هر مخالفت کي چيڀاٽي سگهي ٿو. ان لاءِ عوام کي غلط اطلاع پهچائڻ لاءِ ۽ کين ذهني طور پنهنجي حق ۾ سوچڻ لاءِ، هو تاريخ جي مضمون کي خصوصي اهميت ڏيئي استعمال ڪري ٿو.

تاريخ جي مضمون کي، خاص ڪري، آتي وڏا مسئلا درپيش اچن ٿا، جتي ڪجهه عرصي کان پوءِ، آمر ايندو رهي ٿو. ڇو ته جيڪو به آمر اچي ٿو، اهو چاهي ٿو ته تاريخ سندس مقصدن لاءِ استعمال ٿئي. ان هر آمر، پنهنجي عهد ۾، پنهنجن نظرين مطابق تاريخ لکرائي ٿو ۽ ٿئي ائين ٿو، جو جڏهن هڪ آمر مري ٿو، يا کيس زوري ڌڪا ڏيئي اقتدار مان ڌار ڪيو وڃي ٿو ته نئين حڪومت گذريل عهد جي سڄي تاريخ کي ختم ڪري، مؤرخن کي نئين تاريخ تحرير ڪرڻ تي لڳائي ٿي ڇڏي. جيڪڏهن اها نئين حڪومت، سياسي طور آمر سان اختلاف رکندڙ آهي، ته مورخن کي چيو ويندو آهي ته گذريل دؤر جي مڙني خرابين ۽ ڪمزورين کي ظاهر ڪن، انهيءَ مقصد لاءِ مورخن کي آزادي هوندي آهي ته هو آمر جي دؤر ۾ ٿيل بدعنوانين تي آزادي سان لکي سگهن ٿا. انهيءَ حالت ۾ اهو ٿيندو آهي ته جڏهن ڪو آمر حڪومت ۾ هوندو آهي ته اُن کي آزاديءَ جو مجاهد ۽ عظيم رهنما جي لقبن سان ياد ڪيو ويندو آهي ۽ جڏهن اهو مري ويندو آهي يا معزول ڪيو ويندو آهي ته اُن کي اسان جا مورخ ظالم، خوني ۽ بدمعاش ڪري لکڻ لڳندا آهن.

انهي عمل مان اهو نتيجو نڪرندو آهي تہ جڏهن تاريخ کي وقت سان گڏ بدلايو وڃي، حقيقتن جي ڇهرن کي رهڙيو وڃي ۽ واقعن کي حڪمرانن جي مرضي مطابق لکيو وڃي، تہ تاريخ پنهنجي اصليت ۽ سچائي وڃائي ويهندي آهي ۽ هڪ علم جي حيثيت ۾، ان جي ڪا عزت ۽ ڪو احترام نہ رهندو آهي.

آهي ملڪ جتي آمريت جو دور تمام ڊگهو رهيو هجي تہ اتي تاريخ کي وڏيڪ مسئلن سان مهاڏو اٽڪائڻو پوي ٿو. ڇو تہ انهيءَ حالت ۾ تاريخ جو هڪ ئي نقطو پڙهايو وڃي ٿو ۽ انهيءَ کانسواءِ جي ڪنهن بہ صورت ۾ اجازت نہ هوندي آهي تہ، تاريخ کي تحقيق جي ذريعي جي نقطي کان پڙهايو وڃي. تخت جي ڌڻين جي مرضيءَ سان تاريخ جي حقيقتن ۽ واقعن کي تبديل ڪيو ويندو آهي ۽ انهيءَ ڳالهہ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي تہ حڪومت جي ڪمزورين جو ڪوبہ نشان نہ رهي، جيئن تاريخ ۾ آمر جي حڪومت کي بهترين ۽ عوام جو ڀلو ڪندڙ ثابت ڪري سگهجي. انهيءَ سلسلي ۾ جارج آرويل لکي ٿو تہ: ".... تاريخ هڪ اهڙي مسودي وانگر آهي، جنهن کي ضرورت موجب، ڪيترا ڀيرا صاف ڪري لکي سگهجي ٿو. تاريخ کي حڪومت جي زماني ۾، انهي جي مفادن جي روشني ۾ ترتيب ڏنو ويندو آهي...."

هڪ آمر دور حڪومت ۾، تاريخ ڪڏهن بہ معروضي نٿي رهي سگهي، بلڪ هر دفعي آمر جي پسند، ناپسند ۽ ان جي مرضي مطابق تبديل ڪيو وڃي ٿو ۽ مورخن تي ڪڙي نظر رکي وڃي ٿي جيئن حڪومت جي خلاف ڪجهہ لکي نہ سگهن ـــ "نڪتيا خروشيف" مورخن لاءِ چيو هو تہ: "مورخ خطرناڪ ماڻهو ٿيندا آهن، هر شيءِ کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيندا آهن. ان لاءِ انهن جي نگراني ڪرڻ تمام ضروري آهي...."

آمرانہ دور ۾، تاريخ کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ اهڙا تحقيقاتي ادارا قائم ڪيا وڃن ٿا، جن ۾ مورخن کي اهڙي انداز ۾ ترتيب ڏني وڃي ٿي جيئن هو اهڙي انداز ۾ تاريخ تحرير ڪن، جهڙي

طرح حڪومت چاهي.... اهڙا حڪومت خاص ڪري نصابي ڪتابن جي تياري ۾ گهڻي دلچسپي وٺندي آهي ۽ ڏاڍي احتياط سان اهڙو مواد تيار ڪندي آهي، جنهن مان شاگرد ڪي ڳالهه جو هڪ طرف نظر اچي ۽ حقيقت کان پري رهي. وڌيڪ انهن ڪتابن ۾ اها ڪوشش ڪئي ويندي آهي ته تاريخي معلومات کي هڪ حد تائين محدود ۽ مختصر رکيو وڃي ۽ مڪمل تاريخ بدران ايتري تاريخ پڙهائي ويندي آهي جيڪا حڪومت جي مفادن لاءِ ضروري هجي.

حڪومت جي جوڙيل تحقيقي ادارن ۾ رڳو انهن موضوعن تي تحقيق ڪئي ويندي آهي، جن مان اهو محسوس ڪرائي سگهجي ته حڪومت جون پاليسيون اصل سنڌيءَ تي ٺڪ آهن. پاڙيسري ملڪن جي تاريخ به نئين رنگ سان لکي ويندي آهي جيئن اُن مان خبر پوي ته اهي تعلقات تمام صحيح ۽ بهتر آهن. خاص ڪري انهيءَ عهد ۾ جديد تاريخ کي تمام وڌيڪ نقصان پهچي ٿو، ڇو ته انهي دؤر جو سنئون سڌو واسطو انهيءَ آمر حڪومت جي مفادن سان هوندو آهي.

تاريخ کي مسخ ڪرڻ جا ڪيترائي طريقا هوندا آهن، انهن مان هڪ طريقو جنهن طرف ”جارج آرويل“ اشارو ڪيو آهي، اهو هي ته، اهم ۽ ضروري حقيقتن يا واقعن کي يا ته صفا نظرانداز ڪيو وڃي يا انهن کي بلڪل مختصر طور لکيو وڃي .... ”ڪوڙ جي وڌيڪ طاقتور تصوير اها آهي ته واقعي کي وساريو وڃي.“ ان لاءِ سرڪاري مورخ تاريخ لکندي اهڙي چالاڪيءَ کان ڪم وٺندا آهن، جو اهڙا واقعا قلم جي نوڪ تي آڻيندا ئي نه آهن، جن سان حڪومت تي ڪو حرف اچي- يا اُن واقعي کي اهڙي طرح مختصر ڪري پيش ڪندا، جنهن مان ڪو مطلب ئي نه نڪري سگهي، ان جو سڀ کان وڏو مثال، اسان وٽ بنگلاديش جي علحيدگي آهي. اسان جي مورخن نه ته انهيءَ واقعي متعلق تجزيو ڪيو ۽ نه ئي ان ڏکوئيندڙ واقعي کي تفصيل سان پيش ڪيو، رڳو اهو لکي ڇڏڻ.... ”بنگلاديش هڪ آزاد ملڪ بڻجي ويو...“ ته تمام جلد

ان کي وساريو ويو ان لاءِ ان مان ڪو بہ سبق حاصل نہ ڪيو ويو.
آمر حڪومتن ۾، تاريخ جي علم جي پرورش محض ان لاءِ نہ ٿي، ته ٿي سگهي جو انکي آزادي سان واقعن جي تجزين جي اجازت نٿي ڏني وڃي.... انهن حڪومتن جي اها ڪوشش رهندي آهي تہ اهي شهادتون جيڪي انهن خلاف آهن، انهن کي بلڪل ختم ڪيو وڃي. جڏهن حالتون بدلجن ٿيون ۽ تاريخ کي پيهر لکڻ جي ضرورت پوي ٿي تہ مورخن کي تاريخ ترتيب ڏيڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي ٿئي ٿي.... ڇوتہ سرڪاري دستاويز، اخبارون، رسالا ۽ سرڪاري رپورٽن ۾ رڳو حڪومت جي خيال جي ترجماني هوندي آهي ۽ سينسر ذريعي مؤثر تنقيدي ۽ مخالف نظرين کي ڪچليو ويندو آهي. انهيءَ سبب ڪري معاشري جي مڪمل تاريخ ترتيب نٿي ڏيئي سگهجي.
انهن آمر حڪومتن ۾ تاريخ کي اهڙي طرف کان ڏيکاريو ويندو آهي جنهن مان محسوس ٿيندو آهي تہ تاريخ جي تشڪيل وڏيون شخصيتون ئي ڪن ٿيون. ان لاءِ ماڻهن کي ذهني طور ان ڳالهہ لاءِ تيار ڪيو ويندو آهي تہ سندن ڪردار ڪا بہ حيثيت ناهي، ان لاءِ انهن کي وڏين شخصيتن طرف ئي ڏسڻ گهرجي جيڪي سندن تقديرون بدلائينديون.... جڏهن هڪ دفعو ذهن ۾ اها سوچ گهر ڪري وڃي تہ پنهنجو پاڻ تي اعتماد وڃائي ويهندا آهن ۽ عظيم شخصيتن جا وفادار ۽ غلام بنجي ويندا آهن ۽ پوءِ هڪ آمر معاشري ۾ پاڻ کي سچو ۽ عظيم ڪري پيش ڪندو ۽ ڪيس ان ڳالهہ جي اميد هوندي تہ، ماڻهو نہ رڳو سندس عزت و احترام ڪندا بلڪ اڳواڻي ڪرڻ لاءِ بہ انهن جون نظرون منجهس هونديون. انهيءَ مقصد لاءِ هر آمر جي شخصيت کي باقاعده جوڙيو ويندو آهي ۽ ماڻهن ۾ ان جي قابليت ۽ ذهنيت جو پرچار ڪيو ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ هن ۾ مافوق الفطرت خوبيون زباني گهڙي ماڻهن تي رعب ۽ دٻدٻو ويهاريو ويندو آهي ۽ اهو چيو ويندو آهي تہ فلاڻي عظيم انسان جو مشن اڌ ۾ رهجي ويو هو، هي اُن جو پورائو ڪري

رهيو آهي.

آمريت واري دؤر ۾، انقلابي تاريخ جي لکڻ جي همت- افزائي نہ ڪئي وينديءَ آهي، ڇوتہ انهيءَ دؤر ۾ انقلاب جي تصور کي مثبت انداز ۾ وٺڻ بجاءِ ان جا منفي پاسا جاچيا ويندا آهن. انهن وٽ انقلاب جو مطلب، هي هوندو آهي تہ انهيءَ جي ذريعي قانوني حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو ۽ سڀني مستحڪم ادارن ۽ روايتن کي ٽوڙيءَ سياسي پيچ ڏاهم ڪئي ويئي، انهيءَ لحاظ کان انقلاب ماڻهن کي استحڪام نٿو ڏئي البتہ پيچ ڊوڙ ضرور بخشي ٿو.

اهڙي نموني تاريخ ذريعي، جمهوريت، سيڪولرازم، لبرل ازم ۽ روشن خيال نظرين خلاف تبليغ ڪئي وڃي ٿي. خاص ڪري مسلمان ملڪن ۾ اهو ڇيو وڃي ٿو تہ اهي (انقلابي) نظريا، مغرب جي سازش آهن، جيڪي مذهب ۽ ثقافت کي ختم ڪرڻ لاءِ جوڙيا ويا آهن، ان لاءِ انهن کان پري گذاريو وڃي انهن کي قبول ڪري پنهنجي تهذيب ۽ تمدن کي خراب نہ ڪيو وڃي.

اهڙي ئي نموني، انهيءَ دؤر ۾ جيڪا تاريخ لکي وڃي ٿي، آن کي "غدار" ۽ "وفادار" وارو رنگ ڏيئي تخليق ڪيو وڃي ٿو. جڏهن هڪ آمر پنهنجي مخالفن خلاف ڪو قدم کڻي ٿو تہ هن جي کنيل قدم کي ان لاءِ صحيح مڃيو ٿو وڃي جو انهن جي نظرن ۾ مخالف ملڪ ۽ قوم جا غدار آهن. ۽ انهي جي برعڪس، جيڪي فرد آمرن جي خدمت ڪن ٿا، انهن کي وطن جا وفادار ۽ ملڪ سان محبت ڪرڻ وارا ڪري ڏيکاريو ٿو وڃي.

انهي عهد جي تاريخ ۾، وطن پرستيءَ تي تمام گهڻو زور ڏنو ويندو آهي ۽ جڏهن ماڻهن ۾ اهو جذبو سرجندو آهي تہ عوام کي بار بار قربانيون ڏيڻ لاءِ چيو ويندو آهي. انهيءَ حب الوطني جي جذبي ۾، ماڻهن کي مجبور ڪيو ويندو آهي تہ هو پنهنجي مصيبتن، تڪليفن ۽ عذابن کي وساري ڇڏين ۽ آمر جي مڪمل حمايت ڪن.

پاڪستان ۾، جنهن طريقي جو سياسي نظام رهيو، ان ۾ تاريخ جو مضمون تمام گهڻو متاثر ٿيو. پهرين تہ تاريخ کي پاڪستان

جي نظرئي جي آمريت سان مهاڏو اٽڪائڻو پيو ۽ نصابي ڪتابن کي، انهيءَ نظرئي تحت تيار ڪيو ويو، اهوئي سبب هو جو اختلافي نظرئي کي صفا برداشت نه ڪيو ويو ۽ پيو ته جيڪو "نوآبادياتي نظام" جي عهد جو جيڪو ڪورس هو ان کي تبديل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي وئي. تاريخ جي مضمون ۾ جيڪي تبديليون آيون يا نيون تحقيقون ٿيون، انهن مان ڪو به فائدو حاصل نه ڪيو ويو ۽ ڪنهن به نئين تحقيق جي همت افزائي نه ڪئي وئي— البته ١٩٧٠ع ۾ مرڪزي حڪومت، تاريخ ۽ ثقافت جي تحقيق لاءِ اسلام آباد ۾ هڪ ادارو قائم ڪيو پر ان ۾ نه ڪا تحقيق ٿي ۽ نه ئي وري ڪو نئون نقطہ نظر پيش ڪيو ويو. جڏهن ته اسين اڃان به هندوستان جي تاريخ کي هندو مسلم ڪش جي رنگ ۾ بيان ڪري رهيا آهيون ۽ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏيئي رهيا آهيون ته پاڪستان جي تخليق، هڪ نظرئي جي بنياد تي ٿي. انهيءَ خيال جي بنياد تي، آمرن کي سڏائين اهو موقعو ملندو رهيو آهي ته، مڙيئي جمهوري ۽ سيڪيولر تحريڪن کي غير اسلامي ۽ غير نظرياتي چئي چيپاڻيو ڇڏيو وڃي.

۽ موجوده حالتن ۾، اسان وٽ تاريخ جو مضمون انتهائي ابتر حالت ۾ آهي ۽ ان ڳالهه جي ڪنهن به ڪوشش نه ڪئي ته ان کي آمرانه دؤر وارڙي ماحول يا نظرياتي زنجيرن مان آزاد ڪرايو وڃي. ان لاءِ اسان جي ملڪ ۾ آمريت هجي يا جمهوريت، ان ۾ نظرياتي رسا ايترا مضبوط آهن، جو انهن مان نه اسان جي تاريخ آزاد ٿي سگهي ٿي نه سوچون ۽ نه ئي وري نظريا. اهڙي ماحول ۾، ڪنهن روشن خيال ۽ انقلابي نظرئي جو تخليق ٿيڻ ناممڪن آهي.

هن وقت پاڪستان ۾، تاريخ جو مضمون پنهنجي مڙيئي سونهن ۽ اهميت وڃائي چڪو آهي، هتي تعليمي ادارن ۾ تربيت وارا مورخ ناپيد آهن جيڪڏهن اهڙي صورتحال رهي ته مستقبل ۾ ايندڙ آمرن کي به مورخن کي ڳولهڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿيندي. پر اڄ سمجهان ٿو ته اهو وڌيڪ بهتر آهي ڇو ته ڏٺل ۽ ڪوڙي تاريخ لکڻ کان بهتر آهي ته تاريخ تحرير ئي نه ڪئي وڃي.

### مورخ ۽ تاريخ:

تاريخ لکڻ لاءِ، مورخ جو پهريون ڪم مواد کي جمع ڪرڻ آهي. هڪ مورخ ۽ سائنسدان ۾ اهوئي فرق آهي ته سائنسدان وٽ تجربي ڪرڻ لاءِ سڀ مواد هوندو آهي، مگر مورخ کي، ماضي مڪمل ڪرڻ لاءِ ۽ پوءِ ان جو تجزيو ڪرڻ لاءِ پهرين مواد جي ضرورت هوندي آهي. مواد جمع ڪرڻ کانپوءِ مورخ کي ٽن شين جي ضرورت پوندي آهي:

(١) واقعن کي روايت ڪرڻ.
(٢) انهن جو مڪمل تفصيل لکڻ.
(٣) ۽ انهن جو تجزيو ڪرڻ.

واقعن کي روايت ڪرڻ جو مقصد اهو آهي ته، ماضيءَ ۾ جيڪو ڪجهه ٿيو آهي اهو سڀ هيٺ مٿي بي ترتيب آهي، انهيءَ ۾ واقعن جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو نظر نٿو اچي. هاڻ مورخ جو اهو ڪم آهي ته، اول هو انهن واقعن جي صحيح هئڻ جو رستو چوندي، پوءِ انهن کي ترتيب وار ۽ سن وار ڪري. تاريخ کي اهڙي ريت ترتيب ڏيڻ سان واقعن جي اهميت جڙي ٿي پوي. جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته، هڪ واقعو بذات خود ڪجهه به ڪونهي، پر جيڪڏهن انهن واقعن کي پاڻ ۾ ملائي هڪ زنجير جوڙي وڃي، ته انهن ۾ نه رڳو تسلسل قائم ٿيندو پر هڪ معنيٰ به ٿي پوندي، ۽ اهائي معنيٰ تاريخ کي مطلب واري ۽ افاديت بخشي ٿي.

انهيءَ کان پوءِ، واقعن جو تفصيل انتهائي ضروري آهي. واقعي جو پس منظر ڪهڙو آهي؟ انهيءَ عمل ۾ ڪير ڪير شريڪ هو؟ انهيءَ واقعي کان پوءِ، انهيءَ جا ڪهڙا اثر مرتب ٿيا؟ اهي تفصيل ۽ واقعي جو هر لحاظ کان جائزو وٺڻ، تاريخي عمل کي سمجهڻ ۾ وڏي مدد ڏئي ٿو. جيڪڏهن واقعي جا تفصيل معلوم نه هجن، ته نه انهن جو تجزيو ڪري سگهجي ٿو ۽ نه معاشري تي ان جي پوندڙ اثرن کي سمجهي سگهجي ٿو.

روايتن ۽ تفصيلن کان پوءِ، مورخ جو اهو ڪم هوندو آهي ته، واقعي جو گهرائپ سان تجزيو ڪري ۽ اهي سوال اُٿاريا وڃن ته اهو واقعو ڇو ۽ ڪيئن ٿيو؟ انهي جا نتيجا ڪهڙا نڪتا؟ ۽ انهي جي ٿيڻ ڪري تاريخي عمل ڪهڙي حد تائين متاثر ٿيو؟

"ٽريولين" تاريخ نويسيءَ جا بنيادي اصول ٻڌائيندي لکيو آهي ته، مورخ جو ڪم آهي ته، سائنسي شهادتن جي بنيادن تي حقيقتن کي ڳولهي لهي. ۽ پوءِ تخلياتي بنيادن تي واقعن جو تفصيل بيان ڪري ۽ آخر ۾ ادبي بنيادن هيٺ لکي.

تاريخ ۾ واقعن جو هجوم هوندو آهي. هڪ فرد جي زندگي کان وٺي ڪري اجتماعي طور تي، قومن جي زندگيءَ ۾ اُٿل پُٿل ٿئي ٿي، حادثا جنم وٺن ٿا ۽ انهن سڀني جي اثرن هيٺ زندگيءَ جو عمل جاري رهي ٿو. هاڻي مورخ جو ڪم اهو هوندو آهي ته، انهن سڀني واقعن مان اهڙن واقعن جي چونڊ ڪري جن سان معاشري ۾ تبديلي آئي، يا جن واقعن تاريخي عمل کي متاثر ڪيو. انهن واقعن کي ترتيب ڏيئي، مورخ ان ڳالهه جي ڪوشش ڪري ٿو ته، انهن واقعن جي تري تائين پهچي سگهجي. رڳو انهن بيانن تي ڀاڙي نه ويهي پر انهن جي حقيقتن کي به ڳولهي لهي. حقيقت کي ڳولهي لهڻ لاءِ هن کي صحيح ۽ سچا حوالا ڏيڻ جي ضرورت هوندي آهي ۽ اهو سوچڻو پوندو آهي ته، ڪهڙو بيان ڇو ۽ ڪيئن غلط آهي؟ ڪهڙي شاهدي ڪمزور آهي؟ ۽ ڪهڙي دليل تي ڇو اعتراض ڪري سگهجي ٿو؟ ان لاءِ ضروري آهي، انهن ڳالهين کي اهڙي انداز ۾ بيان ڪجي جو هڪ بحث شروع ٿي وڃي ۽ پڙهندڙ جو ذهن سوچڻ تي مجبور ٿي پوي.

مورخ کي تاريخ لکڻ لاءِ بنيادي ماخذن تي ڀروسو ڪرڻو ٿو پوي. انهن بنيادي ماخذن ۾، دستاويز، ذاتي ۽ سرڪاري ڪاغذ، اخبارون، رسالا، ڊائريون، خط، سوانح حياتيون ۽ همعصر تاريخون هونديون آهن: انهيءَ ڪانسواءِ، آثارِقديمه پاران لڌل آهي شيون جن کي خود انسان ڳولهي لهي ٿو، اهي ان جي زندگي ۽ اجتماعي

طور تي معاشري جي عڪاسي ڪن ٿيون، انهن شين ۾: گهر، رستا، قلعا، مسجدون، محلات، ڪتاب، لباس، زيور، فرنيچر، تصويرون، نقشا ۽ سڪا شامل آهن. انهن بنيادي ماخذن ۾ همعصر تاريخن ۽ دستاويزن جي وڏي اهميت هوندي آهي؛ ڇوته انهن جي شهادتن تي مورخ ماضيءَ کي مڪمل ڪري ٿو. ضروري اهو هوندو آهي ته مورخ انهن کي دلي طور قبول نه ڪري، بلڪ انهن جي سچائي کي چيلينج ڪري انهن جي جانچ ۽ تجزيو ڪري ۽ پوءِ واقعن جي تسلسل مان اندازو ڪري ته، انهن بيانن مان ڪيترو حصو صحيح ۽ ڪيترو غلط آهي. انهن جي تعصب، پسند ۽ ناپسند کي ڏسي ۽ اهو تجزيو ڪري ته، انهن واقعن کي ڪهڙي انداز سان لکيو آهي ۽ حقيقتاً ان مان ڪهڙو مطلب نڪري ٿو.

بنيادي ماخذ جي اصلي ۽ نقلي هئڻ جي خبر پوڻ تمام ضروري آهي. ان لاءِ اهو ڏسڻ گهرجي ته، مسودو جنهن ڪاغذ يا ڪل تي تحرير ٿيل آهي ان جو تعلق ڪهڙي زماني سان آهي. لکيل مواد، قلم، مس ۽ ڪتابت کي ڏٺو وڃي، جيڪڏهن ان تي مهر لڳل آهي ته اها ڪهڙي قسم جي آهي، جيڪڏهن انهيءَ ۾ ماڻهن جا نالا آهن ته انهن متعلق معلومات ڪٺي ڪرڻ گهرجي. سن ۽ تاريخ ڪهڙي طرح لکيل آهي ۽ جيڪڏهن ڪو فرمان آهي ته ان جي ابتدا ۽ آخر کي ڏسڻ، ڇوته فرمان جي خاص زبان هوندي آهي جيڪا استعمال ڪئي ويندي آهي ۽ انهن جي روايتي جملن مان فرمان جي حيثيت جو اندازو ٿي سگهي ٿو. ڇوته اصطلاحن جو واسطو ايجاد سان هوندو آهي ۽ انهن جو استعمال تڏهن ٿيندو جڏهن ايجاد معاشري ۾ رائج هجي. زبان، محاورا ۽ استعمال ٿيندڙ لفظن رستي به عهد جي سڃاڻپ ڪري سگهجي ٿي، ڇوته زبان وقت سان گڏ تبديل ٿيندي رهي ٿي، ان ۾ نوان محاورا داخل ٿيندا رهن ٿا ۽ انهن جون نيون معنائون وجود ۾ اينديون رهن ٿيون. دستاويزن ۽ مسودن ۾ ڪتابت جون غلطيون ۽ انهن جي جانچ ڪرڻ. ڇوته مسودن جي نقل ٿيڻ وقت ڪاتب غلطيون ڪندا هئا ۽ ڪن جاين

ڏنـي پنهنجي طرفان جملا گهڻائي يـا وڌائـي ڇڏيندا هئا. ڪنهن مسودي جي اصليت ۽ ان جي عهد جـيَ صحيح خبر لهڻ لاءِ هاڻي 'ڪاربن ڊيٽنگ' ۽ ٻيا ڪيميائي تجزيا ڪيا وڃن ٿا.

جيڪڏهن مورخ، بنيادي ماخذن جا ترجما استعمال ڪري ته ان ۾ به احتياط جي گهڻي ضرورت آهـي، ڇوته اڪثر ترجمن ۾ غلطيون ٿي وينديون آهن ۽ انهن جي ٺيڪ ڪري، انهي ڳالهه جو سچو مطلب ڦري ويندو آهي.... انهي ڳالهه جو مثال برصغير جـي تاريخ آهي، جن جا اڪثر فارسي ماخذن جا انگريزي ۾ ترجما ٿيا، انهن ترجمن ۾ جيڪي غلطيون ٿيون، آهي اڳيان هلي تاريخ جـو حصو بڻجي ويون، ان لاءِ ضروري آهي ته، مورخ اصل زبان ۾ ماخذن کي ڏسي ۽ استعمال ڪري.

بنيادي ماخذن جي شهادت سچي، مورخ کي کپي تـه، انهن شهادتن جـو مختلف اندازن ۾ تجزيو ڪري. مثلاً: جيڪڏهن بيان ا ڪين سان ڏٺل آهن ته اهو ڏٺو وڃي ته اهي بيان ترت تحرير ڪيا ويا آهن يا پوءِ دير سان لکيا ويـا آهن. ڇوته واقعن کي جيڪڏهن ڪجهه دير سان تحرير ڪيو وڃي ته ڪيترا تفصيل تحرير ٿي نه سگهندا آهن ۽ ياداشت جي ڪمزور هئڻ ڪري واقعن جي شڪل بدلجي وڃي ٿي.

انهن بنيادي ماخذن جـي مدد سان، جيڪا تـاريخ تحرير ڪئي وڃي ٿي ان کي ٻيو نمبر حاصل هوندو آهي ڪيس 'ثانوي ماخذ' چيو ويندو آهي.... مورخ جي اها ڀرپور ڪوشش هوندي آهي تـه، هو جنهن موضوع تي ڪم ڪري رهيو آهـي، انهن متعلق بنيادي ۽ ثانوي ماخذن جـو مطالعو ڪري، انهن مـان گهربل مواد اخذ ڪري ۽ پوءِ وري پنهنجا نتيجا انهن مان تخليق ڪري.

تاريخ جي علم کي زنده رکڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته، ان کي وري وري لکيو وڃي، ڇوته وقت سان گڏوگڏ، هر موضوع تي نئين معلومات سامهون اچي ٿي، نوان مسودا ڳولهي لڌا وڃن ٿا. پراڻين غلطين کي ڳولهي ڪڍيو وڃي ٿو، نون خيالن ۽ نظرين سان

واقعن جو تجزيو ڪيو وڃي ٿو.... ان لاءِ تاريخ کي وري وري لکڻ انهيءَ ضروري آهي ته، انهيءَ رستي غلط معلومات جيڪا تحرير ٿيل آهي ۽ گنڊل نقطہ نظر کي ختم ڪيو وڃي. ۽ نون خيالن ۽ نظرين جي روشني ۾، زماني ۽ وقت جي گهرجن موجب تاريخ لکي وڃي جيئن ماضي جي اها تاريخ معاشري جي ترقي ۾ حصو وٺي سگهي.

تاريخ جي باري ۾، اڪثر ڪري اهو سوال ڪيو ويندو آهي ته: انهيءَ مان فائدو ڪهڙو؟ ڇو ته، اسين اهو ڏسون ٿا ته، ماضيءَ جي قدرن کي ڏاڍي بري حالت مان ڇيريو ڦاڙيو وڃي ٿو، پراڻين غلطين کي ٻيهر ورجايو وڃي ٿو. جيڪڏهن مورخ سمجهي ٿو ته، تاريخ مان ڪجهه فائدا آهن، ته انهي لاءِ ضروري آهي ته، هو تاريخ زماني جي گهرج مطابق تحرير ڪري تڏهن ئي اهو هڪ فائديمند علم ثابت ٿي سگهي ٿو. مثلاً: موجوده وقت ۾ افراط زر هڪ اهم مسئلو آهي، تاريخ جي مطالعي مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته، اهو ماضيءَ ۾ ڇو ۽ ڪيئن پيدا ٿيو؟ ۽ ان کي ڇا جي لاءِ ختم ڪيو ويو؟ يا اسين تاريخ جي ذريعي، اهو به سکي سگهون ٿا ته دنيا ۾ آمر حڪومتن جو ڇا ٿيو؟ ڇو ته جيڪي به آمر طرز جون حڪومتون هونديون آهن، آهي معاشري جي مسئلن ۽ بحرانن کي جذباتي رنگ ۾ پيش ڪنديون آهن. ۽ ماڻهن جو ڌيان هڪ طرف ڏڪي انهن ۾ لڪيل نفرتن کي اڀاريو ويندو آهي. ۽ وري انهن مسئلن ۽ بحرانن جو ذميدار مخالفن کي قرار ڏنو ويندو آهي. گذريل حڪومتن تي الزام مڙهيا ويندا آهن ۽ اهو واعدو ڪيو ويندو آهي ته اهي مسئلا تمام جلد حل ٿي ويندا.

تاريخ جا شاگرد، انهن آمرن جي حڪومتن جي ڊانچن کان چڱي طرح واقف آهن. هاڻي مورخ جي اها ذميداري ٿئي ٿي ته هو تاريخ لکڻ وقت حال جي مسئلن جو حل ماضيءَ ۾ ڳولهي. اهڙي تاريخ معاشري کي شعور ۽ مستقبل لاءِ وات ڏسي ٿي.

# تاريخ جا سبق

انسان هن وشال ڪائنات ۾ فطرت جو هڪ حصو آهي ۽ ٻين مخلوقن وانگر هڪ مخلوق آهي. فطرت جي وسيع ۽ منجهيل نظام ۾ هن ڪي ڪا ڏار ۽ خاص اهميت به ڪونهي. ان لاءِ انسان جي اهميت فطرت کان وڌيڪ سندس جوڙيل تاريخ ۾ آهي، جيڪا هن ڪائنات جي ٻين مخلوقن کان کيس ڌار ڪري ٻيهاري ٿي ۽ برتري جو خيال بخشي ٿي. 'انساني تاريخ' ۽ 'فطرت جي تاريخ' ۾ انهيءَ ڪري فرق آهي ته، انسان تاريخ خود جوڙي ٿو ۽ فطرت جي تاريخ ۾ هن جو ڪو دخل ڪونهي.

'هيگل' ڪائنات ۾، انساني عمل متعلق چيو آهي ته، انسان ۾، فطرت محنت ڪي لازمي ڪيو آهي.... ان لاءِ انسان پنهنجي محنت جو ظاهر ڪندڙ آهي. انهيءَ محنت جي نتيجي ۾، جيڪو ڪجهه ظاهر ٿئي ٿو يا جيڪو تخليق ٿئي ٿو، اهو تاريخ کي جوڙي ٿو. انسان جي تاريخ، معاشري لاءِ هڪ ضرورت بڻجي ويئي آهي، ڇوته اها انسان جي ماضيءَ کي پاڻ وٽ محفوظ رکي ٿي. انهي سلسلي ۾ هي سوال نهايت اهميت وارو رهيو آهي ته ڪهڙو واقعو تاريخ ۾ محفوظ ڪجي ۽ ڪهڙي واقعي کي نظرانداز ڪري ڇڏجي؟ انهيءَ مان ڇوند جو مسئلو معاشري جي نظام ۽ ان جي ذهني ترقي تي ڇڏيل هوندو آهي. جيڪڏهن معاشري ۾ بادشاهت ۽ طبقاتي نظام آهي ته تاريخ جا واقعا ان جي چوڌاري گردش ڪن ٿا. جن ملڪن ۾ آمر نموني واري حڪومت هوندي آهي اتي جيڪڏهن مزدورن، شاگردن ۽ عوام جو قتلِ عام ٿيندو آهي ته انهن جو ذڪر نه اخبارن ۾ هوندو ۽ نه ذرائع ابلاغ جي ٻين وسيلن ۾، اهڙي ريت اهي واقعا تاريخ مان خارج ڪيا ويندا آهن. اهڙي ريت تاريخ ۾ واقعن جي چونڊ حڪمران طبقو پنهنجي مرضيءَ سان ڪندو

آهي. اهوئي سبب آهي جو اهڙي تاريخ ۾ خاندان ۽ شخصيتون وڏيڪ نظر اينديون آهن.

مٿين ڳالهه ذهن ۾ رکي، ضرورت ان ڳالهه جي هوندي آهي ته اهو ڏنو وڃي ته واقعا ۽ حقيقتون ڪهڙيون هيون؟ ان وقت جي مورخن ان کي ڪهڙي نموني پيش ڪيو؟ انهن ائين ڇو ڪيو؟ جيڪڏهن انهن سوالن کي غور سان ڏنو وڃي، ته اها خبر پئجي ويندي ته هڪ درباري ۽ سرڪاري مورخ، انهن واقعن جي چونڊ ڪري ٿو، جنهن ۾ حڪومت جا فائدا لڪيل هجن ۽ انهن واقعن کي نظرانداز ڪري ٿو ڇڏي، جنهن مان حڪومت جي مفادن کي ڪو خطرو هجي. تاريخ پڙهڻ وقت، جيڪڏهن انهن ڳالهين کي ذهن ۾ رکيو وڃي ته دؤر جي تاريخ کي سٺي نموني سمجهي سگهجي ٿو.

تاريخ جو مطالعو، انساني نفسيات، ڪردار ۽ ان جي شخصيت کي سمجهڻ ۾ پڻ واهرو ثابت ٿئي ٿو. هن زمين جي مٿاڇري تي، جتي جتي انسان، تاريخ کي جوڙيو، اها تاريخ پنهنجي اندر جي انسان کي سڪائڻ جو تمام وڏو علم رکي ٿي. انهيءَ مان انسان شعور حاصل ڪري ٿو، پنهنجي سوچ ۽ لوچ کي تبديل ڪري ٿو ۽ انيڪ سبق حاصل ڪري ٿو.

تاريخ جو سڀ کان ضروري سبق اهو آهي ته، دنيا ۾ ڪابه شيءِ سدائين لاءِ هڪجهڙي ناهي، هر شيءِ ۽ هر عمل وقت سان گڏ تبديل ٿيندو رهي ٿو. 'نيڪاولي' انهيءَ جي باري ۾ چيو آهي ته، نيڪي به هڪ انساني عمل آهي ۽ جيئن ته عمل وقت سان گڏ بدلجندو رهي ٿو ان لاءِ نيڪيءَ جو تصور به تبديل ٿيندو رهي ٿو مثلاً: جاگيرداري دؤر ۾، هر طبقي جون نيڪيون ۽ لڇڻ ڌار ڌار هوندا هئا. جڏهن هارين ۽ غلامن جي سڃاڻپ اها هئي ته هو وفادار، جان ڏيڻ وارا ۽ نمڪ حلال هجڻ ضروري هو، عورتن لاءِ عزت دار ۽ پاڪيزا، شرم واريون، مڙسن ۽ ٻارن جي خدمت ڪرڻ وڏي خوبي هئي ۽ حڪمران طبقي لاءِ اهو ضروري هو ته، هو سخي،

بهادر، سورما ۽ فياض هجن.

صنعتي دؤر ۾، مزدورن جون خصلتون ۽ نيڪيون بدلجي ويون، انهن لاءِ محنتي هئڻ، ايماندار، ڪم ڪرڻ وارو، ٽائيم ٽيڪ جو پابند هئڻ تمام اهم ٿي پيو ۽ سرمائيدارن جا ليڇڻ به بدلجي ويا، آهي ڪفايت ڪرڻ وارا، حساب ڪتاب جا پابند، روپئي پئسي جي بچت ڪرڻ وارا ۽ فضول خرچي کان پاسو ڪرڻ وارا بڻجي ويا.

تاريخ اسانکي ٻڌائي ٿي ته، هر دؤر ۾ حڪمران طبقي، اهڙن ليڇڻن ۽ اصولن کي سدائين لاءِ قائم رکڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، جيڪي سندن لاءِ فائدو ڏيڻ واريون هجن. پر وقت سان گڏوگڏ اهي روايتون به بدلبيون رهيون.... طبقاتي معاشري ۾ جتي چند طبقن جي برتري هجي، اتي پاڻ کان هيٺين طبقي واري سان خوش اخلاقي ۽ نرمي سان ڳالهائڻ به هڪ نيڪي ۽ خوبي آهي. ڪنهن هاري لاءِ اهو وڏو اعزاز هوندو آهي ته، هن جي زميندار سائس مرڪي ڳالهايو.... پر آهي معاشرا جيڪي انهي دؤر سان لنگهي آيا ۽ هاڻي ان مقام تي بيٺل آهن جتي معاشري جي هر فرد کي هڪ جيتري عزت حاصل آهي، اتي خوش اخلاق ٿيڻ يا نرمي سان ڳالهائڻ، ڪا خوبي يا ڪا نيڪي ڪونهي.

تاريخ اسانکي اهو به ٻڌائي ٿي ته، ظلم ۽ سختي سان، ڪنهن به نظام کي گهڻو عرصو زنده نٿو رکي سگهجي. ڇوته جيترو ظلم ٿيندو ان خلاف اوتري ئي نفرت ۽ مخالفت ٿيندي، جيتريون سخت سزائون هونديون، اوتري ئي انهن خلاف نفرت جنم وٺندي. ان لاءِ آمر حڪومتون، پنهنجين گهرين سزائن ۽ ظلم جي بار هيٺان خود دٻجي مري ويندڙيون آهن.

تاريخ، اسانکي اهو به ٻڌائي ٿي ته، جمهوري ادارا سدائين زنده رهندا آهن. ڇوته انسان جي اها جبلت آهي ته، گڏجي رهجي ۽ گڏجي پنهنجن مسئلن جو حل ڳولهڻ لهجي. ان لاءِ هندوستان ۾ پنچائت جو نظام لهوارين اوڀارين جي باوجود به زنده رهيو، ڇوته انهي ۾ ماڻهن جي شرڪت آهي. جيڪي فيصلا جمهوري انداز

۾ ڪيا وڃن ٿا، انهن جا نتيجا به صحت مند ٿيندا آهن محض ان لاءِ جو انهن جو واسطو عوام سان هوندو آهي.

تاريخ، اهو به سبق ڏيئي ٿي ته، اخلاقي طور تي، عوام، حڪمرانن کان سٺو هوندو آهي. ڇوته انهن جون ضرورتون محدود هونديون آهن، انهن جي خواهش هوندي آهي ته، سندن زندگي سک ۽ آرام سان گذري، جڏهن ته حڪومتي طبقو لالچي، خود غرض، ظالم ۽ جابر هوندو آهي. هو پنهنجي ذاتي مفادن تي، هر نيڪي ۽ خوبي قربان ڪري ڇڏيندو آهي.

# تاريخ جو علم

تاريخ جي تعريف، ڪجهه هن ريت ڪري سگهجي ٿي ته، تاريخ اهو علم آهي جنهن ۾ تهذيب پنهنجي ماضيءَ کي بيان ڪري ٿي. يا تاريخ مرحلي وار، انساني ذهن ۽ سندس شعوري ترقي کي چٽو ڪري ٿي ۽ انسان جا ڪيل تجربا ٻڌائي ٿي.

هن وقت 'تاريخ' ۽ 'سماجي علمن' جو پاڻ ۾ مقابلو آهي، ڇوته سماجي علم هن دور ۽ وقت جي مسئلن متعلق آهن ۽ انهن جو تجزيو ڪن ٿا.... ان لاءِ ماڻهو اهو پڙهڻ چاهين ٿا، جيئن اهو سندن مسئلن جو حل ڳولي لهي، جيئن ته تاريخ جو واسطو ماضيءَ سان آهي، ان لاءِ هن کي حال کان ڌار رکيو ٿو وڃي.... پر جيڪڏهن تاريخ کي، ان اندازسان لکيو وڃي جو بيان ته 'ماضيءَ' جو ڪجي پر تجزيو 'حال' جو هجي ته، انهيءَ تاريخ جو واسطو حال سان جڙي پوندو ۽ اهڙي طرح سان تاريخ جي مطالعي ۾ دلچسپيءَ جو انگ وڌي ويندو.

جيڪڏهن ٿورو ڌيان سان ڏٺو وڃي ته، ماضيءَ جي تاريخ ۽ حال جي وچ ۾ هڪ ڊائيلاگ آهي. انهيءَ ڊائيلاگ ۾، عملي طور حال وڌيڪ حصو پتي رکي ٿو، ڇوته حال ۾ مورخ، ماضيءَ جي واقعن کي بيان ڪندي، ان جي رازن تان پردا کڻي ٿو، جيڪي هيستائين محققن کان لڪل هئا ۽ خود ماضيءَ جي معاشري کي به چاڻ ڪانه هئي ان لاءِ مورخ، اهم ڪم اهو ڪري ڏيکاري ٿو ته، هو ماضي ۽ حال کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو.

هر تهذيب ۾ اهو شوق رهيو آهي ته، پنهنجي ماضيءَ جي واقعن کي ياد ڪري ۽ محفوظ رکي. آهي معاشرا جيڪي علم کان اڻ ڄاڻ هئا، اهي پنهنجي روايتن کي زباني ياد رکندا هئا. مگر ڪين اهي شيون ياد هونديون هيون، جيڪي انهن لاءِ ضروري هيون، باقي ٻين ڳالهين کي هو وساري ڇڏيندا هئا، ان لاءِ زبان

واقعن جي تسلسل کي زنده نٿي رکي سگهي. انهي جي برعڪس تعليمِيافته معاشري ۾، ثقافتي روايتون مسلسل وڌنديون رهن ٿيون ۽ بغير ڪنهن وسارڻ ۽ وڃائڻ ۾ جمع ٿينديون رهن ٿيون ۽ ٻــوءِ تاريخ انهن کي گڏ ڪري هڪ معنيٰ بخشي ٿي.

تاريخ جي باري ۾ دلچسپي البت مشرق تــوڙي مغرب، ٻنهي جاين تــي رهــي. مگر سنڌس ارتقا ڌار رنگ ۾ ٿيو. هندستان ۾ مذهبي خيالن جي ڪري تاريخ طرف گهٽ ڌيان نه ڏنو ويو، انهن جي اڳيان؛ دنياوي معلومات ڏانهن ڌيان نه ڏيڻ گهرجي بلڪ روحاني ترقي گهٽي ضروري ۽ اهم آهي. برهمڻ جــو اهو نظريو تــه، دنيا تمام گهڻي قديم ۽ فنا ٿيندڙ آهي. سڀ شيون ناپائيدار آهن. آسماني طاقتون انسان جو ڀاڳ جوڙين ٿيون ۽ انسان فنا لاءِ هڪ ڦيري ۾ ڦري رهيو آهي. انهن نظرين، تاريخي فڪر ۽ نظرين کي اڀرڻ نه ڏنو.

مشرق جي ٻي وڏي تهذيب "چين" جــي هئي. هتي البت شاهي خاندان جي تاريخ تحرير ڪئي ويئي. بادشاهن جي حالتن ۽ سلطنت جي تفصيلن کي محفوظ ڪيو ويو. پــر اهــي سڀ، واقعن کي سن وار بيان ڪرڻ تائين محدود رهيا ۽ تاريخ کي ٽن ڳالهين لاءِ استعمال ڪيو ويو.

(١) اخلاقيات (٢) تعليم (٣) انتظامي ضرورتون

اهڙي طرح، تعليم ۽ اخلاقيات کي انتظاميه سان برابر ڪيو ويــو ۽ نظريو اهو جڙيو، تــه دنيا هڪ ڦيري ۾ آهــي ۽ هر شيءِ گردش (چڪر) ڪانپوءِ پيهر پنهنجي جاءِ تي موٽي اچي ٿي. بادشاهه زمين ۽ آسمان جــي وچ ۾ هڪجهڙائــي قائم ڪريو ويٺو آهــي. انهيءَ سبب ڪري مورخن کــي، انهيءَ ڳالهه جــي ڪا ضرورت ڪانه هئي، ته آهي واقعن جو تجزيو ڪن ۽ انهن جــا سبب بيان ڪن. انهي ڳالهه تاريخي نظرين کي جنم نه ڏنو.... اهڙي طرح، دنيا جي ٻن وڏين تهذيبن (چين ۽ هندستان) مذهبي خيالن ۽ سماجي ڍانچي جي ڪري، تاريخي تحقيق کي اڀرڻ نه ڏنو.

انهيءَ جي ابتڙ، "يونان" ۾ تاريخ جو جيڪو مطلب ظاهر

ٿيو. آن ۾ واقعا، مثان يا الاهي طاقتن سان نہ پر خاص قانونن جو نتيجو هئا ۽ انهن جو ئي سبب هئا. ان لاءِ انهن واقعن کي سمجهڻ ۽ انهن جو تجزيو ڪرڻ ۾ وڌيڪ سهوليت هئي. ڇوتہ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ جو سبب هجي، تہ ذهن ان کي سڃاڻڻ ۽ پرکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ انهي سان سائنسي سوچ پيدا ٿئي ٿو.

يورپ ۾ عهد وسطيٰ ۾، جڏهن چرچ جو غلبو هو تہ تاريخ مذهب جي اثر هيٺ رهي. پر تحريڪ نشاهِ ثانيہ ۽ اصلاح تحريڪ مذهب، ڪانپوءِ تاريخ جي مفهوم ۾ ڦيرو آيو. خاص ڪري رومانوي تحريڪ، تاريخ جي فڪر ۾ انقلابي تبديليون ڪيون. انهي تحريڪ جا فڪري بنياد، انفرادي آزادي تي ٻڌل هئا، ۽ انهن اڳيان آزادي جي وڏي اهميت هئي.

فرانسيسي مورخ ”مشلي“ انهي ڳالهہ تي زور ڏنو آهي تہ، ماڻهن جي حرڪت سان، تاريخ ۾ تبديليون اچن ٿيون. اهو ماڻهن جو جذبوئي هو جن گڏجي بيسٽل کي فتح ڪيو ۽ فرانس جي تاريخ ئي بدلائي ڇڏي.

رومانوي تاريخ جي هڪڙي خصوصيت اها بہ آهي تہ، ان تخيل جي نشو و نما ڪئي ۽ تاريخي عمل ۾ زندگي ۽ طاقت کي ڏٺو. انهن جو رويو ماضيءَ طرف ڏاڍو همدردانہ هو. آهي ماضيءَ جي زمانــي کي وحشت ۽ بربريت جــو زمانو نہ ڪوٺيندا هئا. ”ڪولنگ وڊ“، روشن خيال دور جي مفڪرن تي تنقيد ڪندي چيو تہ، تاريخ جو دائرو وسيع هئڻ گهرجي ۽ انهن پهلوئن کي ساسهون آڻڻ گهرجي، جن کي نظر انداز ڪيو ويو هو ۽ وحشت جو دور سمجهيو؛ توجهہ جي قابل نہ سمجهيو ويو هو. جرمن جي مفڪرن انهيءَ نظرئي تحت تاريخ تي ڪم ڪيو. انهن عهد وسطيٰ تي تنقيد ڪرڻ بدران، ان جي تعريف ڪئي. اهوڪم انهن اهڙي ريت ڪيو جيو روشن خيال مفڪرن جيڪي انهن کي روايتن ۽ اقدار جي ساپي تورڻ سان گهٽ سمجهي رهيا هئا. آنهن پنهنجن پيمانن کي تبديل ڪيو ۽ تاريخ کي وسعت بخشي. جيئن تہ جرمني

۾ تاريخيت جو مفهوم پيدا ٿيو، جنهن تاريخ جي سمجهڻ ۾ مدد ڏني. جرمن جي هڪ مفڪر، تاريخيت جي ارتقا کي هن ريت بيان ڪيو آهي:

١- رومانوي تحريڪ، جنهن قديم عهد ۽ قديم ماڻهن ۾، تاريخ سان دلچسپي پيدا ڪئي ۽ انهن کي خيالي بنايو ۽ ماڻهن کي احساس ڏياريو ته، ماضيءَ کي ڪهڙي طرح، هڪ جذبي وانگر ڏٺو وڃي ۽ ان جي ساراهه ڪئي وڃي.

٢- پروٽسٽنٽ جرمني ۾ تقويٰ جي تحريڪ هئي جنهن ڪي تصوف ترقي ڏني ۽ اهڙا انساني نفسيات تي اثر انداز ٿي. ان انفرادي شعور کي فروغ ڏنو ۽ گڏوگڏ مذهبي تجربن کي، زندگي جي ٻين معاملن سان ڳنڍيائين، جنهن ڪري ذهن نوان خيال پڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويو، ايستائين جو تقويٰ جي خلاف پڻ:

٣- قديمي دؤر جي آرٽ سان نفسياتي ڳانڍاپو پيدا ٿيو.

٤- هن انفراديت کي سگهه بخشي.

جرمني جي مشهور مورخ "رابڪي" تاريخ کي هڪ واپار بنائي ڇڏيو. هن کان اڳ تاريخ اديبن ۽ فلسفين لاءِ هڪ مشغلو هئي، پر هن ڪانپوءِ، تاريخ پيشه ور مورخ لکڻ لڳا ۽ تاريخ کي لکڻ لاءِ سائنسي بنيادن تي قانون ترتيب ڏنا ويا. مواد جي ڇنڊ ڇاڻ جا طريقا جوڙيا ويا. يونيورسٽين ۾ تاريخ جا شعبا قائم ڪيا ويا. تاريخ جون انجمنون ٺهيون، تاريخ جا تحقيقي ۽ علمي رسالا نڪرڻ شروع ٿيا ۽ اهڙي طرح تاريخ جو علم هڪ سنجيدو ۽ سائنسي علم ٿي پيو ۽ انهيءَ لائق ٿي ويو جو، ماضي ۽ حال جي پرک ڪري سگهي.

# تاريخ جي تعريف

تاريخ جي ڪا تشريح ممڪن ڪونهي. ان لاءِ جيڪڏهن سوال پڇيو وڃي ته، تاريخ ڇا آهي؟ ته انهيءَ سوال جي جواب ۾ ڪيترين ئي تشريحن ذهن ۾ تري ٿيون اچن. انهن مان هڪ تشريح هيءَ آهي ته، تاريخ ان عمل جي دريافت آهي، جنهن مان لنگهي اچ جو انسان هڪ مرحلي تي بيٺو آهي. انهيءَ جو مقصد هي ٿيو ته، اچ اسين، انسان ۽ ان جي تخليق ڪيل روايتن ٽوڙي قدرن ڪي جنهن اسٽيج تي ڏسي رهيا آهيون آهي ماضي مان تبديلي جي عمل مان لنگهي هتي پهتيون آهن، ۽ انهيءَ تبديلي ڪي حال جي صاف ۽ چٽي طريقي سان ڏسي سگهجي ٿو. تاريخي عمل ڪي ٻن حالتن ۾ بيان ڪري سگهجي ٿو.

هڪ آهو عمل، جيڪو سدائين هڪ رهي ٿو ۽ هر تبديلي جي مخالفت ڪري ٿو. ٻيو آهو جنهن ۾ تبديلي آهستي آهستي ۽ مات ۾ اچي ٿي ۽ ٽي آهيا حالت، جنهن ۾ تبديلي جي حيثيت انقلابي هجي. انهن ٽنهي حالتن جا نتيجا ۾ ڌار ڌار ٿين ٿا. ڪنهن معاشري کي سمجهڻ لاءِ ضروري هوندو آهي ته، ان کي ڏٺو وڃي ته آهو ڪهڙي حالت ۾ ويڙهيل آهي.

هڪ آمريڪي مورخ 'چارلس بيرڊ' تاريخ جا چار اصول ٻڌايا آهن:

١- جڏهن اونداهي ڇانئجي وڃي ته تارا ٽمڪڻ لڳندا آهن.
٢- ماکيءَ جي مک جيڪا گلن جو رس چوري ڪري ٿي آها ماکي مهيا ڪري ٿي.
٣- خدا جنهن کي تباهه ڪرڻ چاهي ٿو ته، پهرين ان کي چريو ڪريو وجهي.
٤- خدا جو جنڊ آهستي پيهي ٿو پر سنهو پيهي ٿو.

تاريخ جو اهم موضوع، خود انسان جي ذات هوندي آهي.

انهيءَ جي وضاحت ڪندي ’وليم ڊل ٿي‘ چيو آهي تہ، ”انسان جي ڪا فطرت ڪانهي. هن وقت جيڪو ڪجھہ آهي، آهو تاريخ آهي.“ اها تاريخ انسان جي نقطہ نظر سان فطرت ۽ ماحول کي ڏسي ٿي ۽ مطالعو ڪري ٿي تہ، انسان تاريخ ۾ ڇو ۽ ڪيئن فطرت جو مقابلو ڪيو؟ سياسي، معاشي ۽ سماجي ادارا ڪيئن جوڙيا؟ ۽ تبديلي جي انهيءَ عمل ۽ فطرت ۾ ڇو ۽ ڪيئن ڦيرو آيو؟ ڇو تہ تاريخ ۾ نہ رڳو انسان تبديل ٿيندو رهيو آهي پر گڏوگڏ پنهنجي ماحول کي بہ تبديل ڪندو رهيو آهي. ان لاءِ جو انسان شعور رکي ٿو ۽ اهوئي سبب آهي جو هو پنهنجي تاريخ کي بيان ڪري ٿو ۽ ٻين مخلوقن کي بہ پنهنجي سوچ جي اک سان ڏسي ٿو ۽ اهڙي طرح فطرت ۽ جانورن جي تاريخ بہ، انسان جي تاريخ ٿي وڃي ٿي. هن فطرت جو جيڪو استحصال ڪيو آهي، آهي هن جا ڪارناما بنجي وڃن ٿا.

هڪ اطالوي مفڪر، انهي سلسلي ۾ چيو آهي تہ، انسان فطرت کي نٿو سمجھي سگھي ڇو تہ هن فطرت کي نہ ڏاهيو آهي، پر پنهنجي تاريخ کي سمجھي سگھي ٿو. ڇو تہ اها تاريخ هن جي پنهنجي ڏاهيل آهي، انهيءَ ۾ هن جو ذهن، هن جون سرگرميون ۽ عمل لڪيل آهن، انهي ڪري هو انهيءَ تان پيل پردي کي ڇڪي لاهي سگھي ٿو. انسان پنهنجي عقل، دليلن ۽ شعور جي مدد سان هن کي وڌيڪ سٺي نموني سمجھي سگھي ٿو. جڏهن تہ تاريخ جو واسطو رڳو هن دنيا سان ئي آهي. ان لاءِ انسان اهو چڱي طرح ڄاڻي سگھي ٿو ۽ کيس پنهنجي طاقت هيٺ آڻي سگھي ٿو.

تاريخ ڪيئن گڏ ڪجي جيئن، ماضيءَ ۾ ٿيل واري عمل کي سمجھي سگھجي؟ ان لاءِ ڪجھہ مفڪر اها ڪوشش ڪن ٿا تہ، تاريخ جا قانون ڳولهي لڌا وڃن ۽ انهن جي مدد سان، تاريخي عمل، ان جي رفتار، اثر ۽ مفهوم معلوم ڪيو وڃي. پر انهيءَ ڳالهہ جي رد عمل ۾ ڪجھہ مفڪر اهو چون ٿا تہ، اهو ڪم تاريخ جو ناهي جو، تاريخي عمل کي قانونن جي زنجيرن ۾ وڪوڙي

انهيءَ عمل جي پڪ ڪجي. پر انهيءَ جو ڪم هي آهي ته، تاريخ جي انهن مختلف شڪلين کي پنهنجي زير اثر ڪري جيڪي وقت سان گڏ پيدا ٿين ٿيون ۽ بدلبيون رهن ٿيون. تاريخ جو ڍانچو ڪو آسماني ناهي، جنهن جي بناوت عقل يا مذهب ذريعي ڪئي ويئي آهي. پر تاريخ ۾ ته، فرد جون سرگرميون ۽ انسان جا ڪيل عمل آهن. هن جو دائرو گهڻو وسيع آهي. هن ۾ چٽيل ڪرڻ واريون تصويرون به آهن ۽ جڏهن انهن جي روشني ۾ مختلف تهذيبن ۽ ثقافتن جو مطالعو ڪيو وڃي ٿو ته، تاريخ ڏاڍي رنگين ۽ وڻندڙ نظر اچي ٿي.

تاريخ ۾، اهو نٿو چئي سگهجي ته، هن عهد جي اهميت آهي ۽ هن عهد جي نه. بلڪ تاريخ ۾، هر زماني ۽ هر گذريل وقت جي اهميت پنهنجي جاءِ تي قائم آهي. جرمن مورخ 'رانڪي' جي لفظن ۾، هر دؤر جي پنهنجي اهميت هوندي آهي. ڪن جي ٿوري يا ڪن جي گهڻي نه، پر برابر. جو ته ڪن دورن ۾، انقلاب جي تياري ٿئي ٿي ۽ ڪجهه دورن ۾ اهو ڪم مڪمل ٿي وڃي ٿو. بقول رانڪي جي ته، تاريخ جا دور، خدا کان سواءِ اهم اهميت رکندڙ آهن.

"ٿيوسوڊائڊس" موجب، انساني سماج ۾ تاريخ جي اهميت ان لاءِ آهي جو، ان ۾ سندس تجربا آهن ۽ تاريخ مان انسان ان لاءِ فائدو پرائي ٿو سگهي جو ان ۾ هڪ جهڙا واقعا پيهر ورجايا وڃن ٿا. ان لاءِ 'پولي بيس' چيو آهي ته، تاريخ مان اسانکي جيڪا معلومات ملي ٿي، اهو ان لاءِ فائدو ڏيندڙ آهي ته، اها اسانجي فيملي جي طاقت کي وڌائي ٿي ۽ ڪوشش ڪري اسانکي صحيح رستي تي وٺي وڃي ٿي. جيڪڏهن تاريخ مان راهنمائي ڪرڻ جو عنصر ڪڍي وڏجي ته پوءِ تاريخ ۾، اهيو ڪجهه به نه بچندو. تاريخ جي انهيءَ اهميت جي ڪري مورخن جي حيثيت ۾ اضافو ٿيو ۽ ان مان هڪ وڏو نقصان اهو ٿيو جو، مورخن کان، پنهنجي مرضي مطابق، تاريخ جي ڇهري کي رهڻ جو ڪم ورتو ويو. ڪيترن

مورخن، اخلاقي سبق سيکارڻ لاءِ هن سان پنهنجي مطلب جون ڳالهيون ڪييون ۽ تاريخ کي بگاڙي ڇڏيائون. حڪمرانن طبقي، تاريخ کي ان لاءِ ڦٽايو، تہ انهيءَ ذريعي پنهنجي حڪومت کي جائز ثابت ڪري ڏيکارين ۽ پنهنجي خاندان جي عظمت ۽ عزت قائم ڪن. سياسي پارٽين ۽ مذهبي جماعتن، پنهنجن نظرين کي قبول ڪرڻ لاءِ تاريخ کي هڪ هٿيار طور استعمال ڪيو.

مٿين سڄي عمل جي، رد عمل طور، تاريخ کي هڪ سائنس بنائڻ جي ڪوشش ٿي، جيئن ان کي ڪو پنهنجي مفادن لاءِ استعمال نہ ڪري سگهي ۽ نہ ئي ورتي فلسفيانہ رد و بدل، واعظ نہ اخلاقي سبق ۽ نہ تفريح طور استعمال ڪري سگهي بلڪ تاريخ جو ڪم حقيقتون پيش ڪرڻ هجي. "جي-بري" چيو تہ، جڏهن تاريخ هڪ فن رهي تہ ان ۾ سچائي ۽ پرکڻ جا معيار ڪي سخت نہ هئا. ان لاءِ تاريخ کي هڪ سائنس بنائي، حقيقتن کي پرکڻ جي معيار کي سخت ڪرڻ گهرجي. انهيءَ عمل جي رد عمل طور تي "بورڪهارڊٽ" چيو تہ "تاريخ سڀني کان وڌيڪ غير سائنسي آهي ڇو ته نہ تہ عقلي فلسفو ۽ نہ ئي سائنس جي دائري ۾ رکي سگهجي ٿو."

انهي ڳالهہ جو مقصد هي هو تہ، تاريخ ۾، ايتري قدر مختلف قسم جا واقعا ۽ تجربا آهن. انهن جو ايترو وڏو ڦهلاءُ آهي جو انهن کي قانونن جي وڪڙ ۾ نٿو آڻي سگهجي. ڪو هڪ نظام ان کي چٽو ڪري ان جي تشريح نٿو ڪري سگهي. تاريخ جو وڏو حسن اهو آهي تہ، ڪو هڪ نظام ان جي ڀرپور معنيٰ بيان نٿو ڪري سگهي ڇو تہ هن جي معنيٰ ۽ تشريح ۾ سدائين جدت رهندي آهي جيڪا باربار تبديل ٿيندي رهندي آهي.

# تاريخ ۽ انساني فطرت

ڪو زمانو هو، جو اهو سمجهيو ويندو هو ته انساني فطرت هڪ اهڙي شيءِ آهي، جيڪا ڪڏهن به تبديل نٿي ٿئي ۽ سدائين هڪ جهڙي رهي ٿي. انهيءَ خيال تاريخ کي سمجهڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي پيدا ڪئي. جيڪڏهن انسان جي فطرت بدلجي نٿي ته انهيءَ شڪل ۾ دنيا جي هر خطي ۽ علائقي جي تاريخ هڪ جهڙي ٿي وڃي ٿي. ۽ جي تاريخ ۾ انساني فطرت وانگر تبديل ٿيندڙ ناهي، ته اهڙي تاريخ مان، انسان ڪجهه به نٿو سکي سگهي ۽ نه ئي وري ڪا تاريخ جي معنيٰ ٿي نڪري. انهيءَ ڳالهه کي اڳيان رکندي 'ڊيوڊ هيوم' چيو ته: "..... تاريخ اسانکي ڪا به نئين يا ضروري ڳالهه ڪا نه ڏئي سگهي....." انهي جملي ڪيتري عرصي تائين تاريخ کي سمجهڻ ۾ ڏکايون پيدا ڪيون، تاريخ کي هڪ مجسمي وانگر بيٺل تصور ڪيو ويو. انهي خيال هيٺ، واقعا هڪ جهڙين حالتن ۾ گڏجي پيدا ٿين ٿا. ان لاءِ انهن کي سمجهڻ جي ضرورت کي محسوس نه ڪيو ويو. ۽ انهن واقعن جو سلسلو جاري رهي ٿو، مگر انساني فطرت هڪ هنڌ بيٺل آهي ۽ اهڙا واقعن ۽ حالتن ۾ تبديل نٿي ٿئي.

.... پر هاڻي نفسيات جي جديد تحقيق ۽ تاريخ جي وسيع معنيٰ انهن خيالن کي رد ڪري ڇڏيو آهي. تاريخي عمل ۽ انهن جي تبديلين مان اهو ثابت ٿيو آهي ته انساني فطرت تبديل ٿيڻ واري شيءِ آهي. انهي جي تبديلي ڪري تاريخ به بدلجي ٿي. ان لاءِ هاڻي جيترو انساني فطرت کي سمجهيو ويندو، انهيءَ لحاظ کان تاريخ جو مفهوم به سمجهه ۾ اچي ويندو.

هڪ فرانسيسي مورخ "لوسين فيبري" انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته، انسان جي ڪا به فطرت نه ٿيندي آهي بلڪ رڳو تاريخ هوندي آهي، ان لاءِ جيڪڏهن انسان کي ڄاڻڻ ۽ سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي، ته اهو ڪم سائنس مان ئي وٺي سگهجي ٿو. ان لاءِ اڄ جي معاشري ۾ مورخ جي اهميت وڌي وڃي ٿي،

چوته اهو ڪم ان جو آهي ته، هو تاريخ رستي انساني فطرت جي تبديلين کي ڏسي ۽ انهن تبديلين جي نتيجي ۾ تاريخ جي تشڪيل ڪري ۽ ان جي معنيٰ کي ڄاڻي.

انهي نظريي تحت ته. ”انساني فطرت تبديل ٿيندي رهندي آهي“، جي ڪري انساني اعمال، اخلاق، قدر، روايتون ۽ معاشرتي ادارن کي سمجهڻ ۾ سهوليت ٿي پيئي. آهي حرڪتون جيڪي قديم دؤر ۾ انسان کان ٿيون، آهي هن دؤر ۾ بيوقوفي واريون لڳن ٿيون. پر انهن جي معنيٰ نروار ٿي پيئي ۽ اِها ڳالهه ذهن ۾ اچي ويئي آهي ته، نيڪي ۽ بدي جو تصور وقت سان گڏ تبديل ٿيندو رهي ٿو. سچائي ۽ حقيقت، ڪي آسماني يا سدائين قائم رهندڙ صفتون نه پر، تاريخي عمل جو حصو هونديون آهن. روايتن ۽ قدرن جو جڙڻ، انسان جي ضرورتن سان بدل هوندو آهي. جڏهن انساني ضرورتون بدلجن ٿيون ته معاشري جا قدر ۽ روايتون پڻ بدلجي وڃن ٿيون.

انهن نظرين جي ڪري روايتن ۽ ادارن جي تحقيق ۾ سهوليت ٿي پيئي ۽ انسان جيڪو پنهنجي دؤر جي تعصبن ۽ تنگ نظرين ۾ ويڙهيل هو، سو هاڻ ان سان آزاد ٿي ويو ۽ گڏوگڏ نسلي اوچائي جا بت پڻ ڀور ڀور ٿي پيا، چوته هاڻي تهذيبن، تمدنن ۽ قومن جي تاريخ کي پرکڻ جا جيڪي معيار ۽ ماپون مقرر ٿيون آهن، آهي محدود نه پر وسيع آهن. هر قوم جون روايتون ۽ قدر هڪ معنيٰ رکن ٿا سي ٻئي قوم لاءِ بيوقوفي جو سامان ٿي سگهن ٿا، پر سندن اهميت ۽ افاديت ضرور هوندي آهي، چوته انهن جي ارتقا، پنهنجي خاص ماحول ۾ ٿئي ٿي، ان لاءِ تاريخ ۾ يڪسانيت نه بلڪ جداگاني ۽ وارو رنگ آهي. اِهائي انساني فطرت آهي ته، اِها هر علائقي، هر نسل ۽ هر قوم لاءِ مختلف هوندي آهي ۽ انهن ذهن سان جيڪا تاريخ جڙي ٿي، آها دلچسپ ۽ رنگين هوندي آهي.

تاريخ جو مطالعو جيڪڏهن تبديل ٿيندڙ انساني فطرت مطابق ڪيو وڃي ته اهو نظريو قومن کي پاڻ ۾ جوڙي ٿو، جنهن سان نفرت ختم ٿئي ٿي ۽ محبت جنم وٺي ٿي.

# تاريخ ۽ الهامي طاقتون

جڏهن کان تاريخ، مذهب جي چنبي مان آزاد ٿـي آهي ۽ سائنسي بنيادن تي ان جي اڏاوت ٿي آهي تڏهن کان هن ذهنن کي مذهبي تعصبن ۽ توهم پرستي کان ڇوٽڪارو ڏيڻ ۾ وڏي مدد ڪئي آهي. تاريخ ۾ هيل تائين، ڪيترين ئي شخصيتن جـو مقام ۽ عزت ان لاءِ آهي ته، انهن جي چوطرف ڪرامتن ۽ معجزن جو چار وڇايل هو، جن جي ڪري سندن اصلي ۽ تاريخي حقيقت لڪيل هئي. اهي شيون هڪ اهڙي معاشري ۾ نه اهم ٿي سگهن ٿيون جن جي ذهني ترقي نه ٿي هجي ۽ فطرت انهن جي اڳيان هڪ راز وانگر هئي ۽ اڻڄاڻ پراسراريت ۾ انهن کي يقين هو. جڏهن به هو ڪنهن شيءِ کي عقل ۽ سائنس جي ڪسوٽي تي نٿي پرکي سگهيا ته اها شيءِ الهامي طاقتن مان ڳنڍي ڇڏيائون. ۽ جڏهن انسان کي انهن پراسرار طاقتن تي يقين اچي ويو، ته ڪين سوچڻ تورڙي غور ۽ فڪر ڪرڻ جي ڪا ضرورت نه هئي. ان لاءِ ان قسم جو معاشرو سببن جي تلاش نٿو ڪري بلڪ ان ڳالهه تـي يقين ڪري ويهي ٿـو رهي..... ۽ انهن ئي بنيادن تي، انساني معاشري ۾، شخصيتن جـو عروج شروع ٿيو ۽ معاشري ۾ وڏو مقام حاصل ڪرڻ لاءِ معجزن، ڪرامتن ۽ روحاني طاقتن جو سهارو ورتو ويـو، جنهن ڪري ان معاشري ۾ خوف ۽ ڊپ، عزت ۽ احترام پيدا ٿيو.

انهيءَ جو سڀ کان وڏو نقصان اهو ٿيو، جو انهن شخصيتن جي تاريخي حيثيت گهٽجي ويئي ۽ انهن جيڪي تاريخ کي جوڙڻ لاءِ ڪم ڪيا هئا آهي لڪي ويا جنهن ڪري سندن اهميت گهٽجي ويئي. انهن جا سماج، سياست ۽ معاشيات تـي ٿيندڙ اثر وساريا ويا ۽ اهي شخصيتون، انساني درجي کان وڏي الهامي ٿي پيون جنهن ڪري اهي انساني هٿن جي جهلڻ کان پري ٿي ويون. جڏهن انهن

جي تاريخي اهميت بہ نہ رهي تہ انهن جي عملن ۽ ڪردارن مان ڪجهہ سکڻ جي بہ ضرورت نہ رهي. انسان صرف انسان ڪان سکي ٿو ۽ جيڪي انساني درجي ڪان مٿي هجن، انهن جا گڻ حاصل ڪرڻ انسان جي وس ڪان ٻاهر جي ڳالهہ آهي. اهڙي ريت، اهي شخصيتون الهامي طاقتن ۾ تہ وڌيڪ وڌيڪ ويون پر پنهنجي افاديت وڃائي ويٺيون.

تاريخ جو ڪم هي آهي تہ تاريخي واقعن جا سبب بيان ڪري ۽ انهن کي سائنسي بنياد مهيا ڪري، مذهبي شخصيتن کي معجزن، ڪرامتن ۽ الهامي طاقتن مان آزاد ڪري تاريخي بنياد فراهم ڪري. تاريخ جي انهن عقلي بنيادن ڏيڻ کان پوءِ، انهن مذهبي شخصيتن جي مذهبي حيثيت ڪمزور ٿي ويئي. ڇو تہ، مذهب ۽ عقيدن جي وڌيڪ ۾ رهي، اها شخصيت ماڻهن جي ذهنن کي بيهوش رکي ٿي، ماڻهو انهن کان ڊڄن ٿا. ڇو جو آهي روحاني طاقتن جا مالڪ هوندا آهن. جڏهن انهن کي، انهي حيثيت مان ڪڍي ڪين تاريخي شخصيت بنايو ويندو تہ انهن جو اصلي روپ ماڻهن اڳيان ايندو ۽ انهن کي هڪ انسان وانگر ڏٺو ۽ پرکيو ويندو تہ پوءِ انهن جي ڪارنامن جي حيثيت انساني وڃي ٿيندي ۽ انهي حيثيت ڪري ماڻهو سندن احترام ڪندا.

تاريخ جي انهي ڪم سان نہ رڳو وهم ختم ٿيندا بلڪ واقعن ۽ شخصيتن کي عقل ۽ دليلن جي تورن تي توريو ويندو. فرانس جي مشهور مفڪر ”رينان“ حضرت عيسيٰ متعلق چيو هو تہ ”.... هاڻي جيڪڏهن حضرت عيسيٰ جو اثر ماڻهن مان ختم ٿي ويو، تہ ان جو سبب آهي ڪم هوندا، جن جي ڪرڻ سان ماڻهو هن کان متاثر ٿيا هوندا، پر اهي ڪم هن جديد زماني ۾ هڪ مسخري لڳن ٿا....“

# تاريخ ۽ جانور

انسان ۽ جانور جو پاڻ ۾ رشتو تمام ويجهو ۽ قديمي آهي. شڪاري دؤر ۾ اهي جانور، انسان جي کاڌي جي ضرورتن کي مڪمل طور تي پورو ڪندا هئا. جڏهن انسان زراعتي زندگي اختيار ڪئي ته شڪار سان گڏ جانورن کي پالڻ به شروع ڪيو ويو. پر هر جانور، انسان جي مرضي مطابق هلي نه سگهيو ۽ نه ئي انسان جي محبت سندن دلين ۾ گهر ڪيو. انساني فطرت به عجيب شيءِ آهي، اهي جانور جيڪي هن ڪان متاثر ٿيا، سي گهرن ۾ پاليا ويا. پر انهن مان حقارت وارو رويو، جهنگلي جانورن جهڙوئي رکيو ويو. مثلاً: ڪتو، گڏهه، مينهن، اٺ ۽ ٻيا جانور آهن. جن محنت ڪان وٺي کاڌي تائين انسان جي مدد ڪئي، پر ڪتي جي وفاداري جو بدلو اهو مليو جو اڄ ڏينهن تائين ان جي نالي کي گار طور استعمال ڪيو ٿو وڃي. گڏهه کي ٻاٽيڙو سمجهي، ان ڏانهن ٺٺولي ڪئي وڃي، مينهن اڳيان مرلي وڄائڻ جو پهاڪو ان جي بيوقوفي ظاهر ڪرڻ لاءِ ۽، اٺ ڙي اٺ تنهنجو ڪهڙو ڪم سڌو؟ وارو پهاڪو اٺ جي بيوقوفي واري طبيعت لاءِ جوڙيو ويو. مگر جن جانورن انسانن جي مزاحمت ڪئي ۽ انهن جا پالتو نه بڻيا، انهن جانورن لاءِ انسان جي دل ۾ عزت ۽ احترام آهي. مثلاً: شينهن جي بهادري، چيتي جي چالاڪي ۽ لومڙي جي عياري وغيره.

جيستائين انسان، پنهنجو پاڻ کي جانورن وانگر سمجهيو، ان وقت تائين، پنهنجي گذر جي فطرت جي مادي سهوليتن مان فائدو حاصل ڪيو. پر جڏهن انسان ذهني طور تي ترقي ڪئي ۽ اوزار جوڙيا ته سندس طاقت ۾ گهڻو اضافو ٿيو. هاڻي هن اهو سوچيو ته، فطرت تي رڳو سندس حڪومت هجي. جيڪڏهن جانور سندس ٺيڪيداري ۾ خلل وجهن، ته انهن سان مقابلو ڪري کين تباهه و

برباد ڪيو ويجي.... جڏهن اهـڙي جانور فصلن کي نقصان رسائيندا هئا، ته انهن جي انهيءَ عمل کـي انسان جنگ ڪري سمجهندو هو ۽ انهن جانورن کي تباهه ڪرڻ پويان هٿ ڌوئي پوندو هو. اهڙي ريت اهو رويو وقت سان گڏ سگهارو ٿيندو ويو ۽ ظلم جـو روپ اختيار ڪري ورتائين. پر تنهن هوندي به، زرعي دؤر ۾ جانور هن کي غـذا لاءِ ضروري هو.... فقط هندوستان ۾ جهڙو نرم رويـو جانورن سان رکيو ويو، اهو دنيا جي ٻي ڪنهن به تهذيب ۾ ڪونه ٿو ملي. اهنسا جي فلسفي هيٺ، جانورن جي جذبن جو خيال رکيو ويو، ان جـي گوشت کان پرهيز ڪئي ويئي، جانورن ۽ ڪيڙن-ماڪوڙن جـو خيال رکيو ويو. ايستائين جـو جين مذهب وارا اڳ ڪهاڙن پيرن سان هلندا هئا ۽ نڪ تـي ڪپڙو رکندا هئا، جيئن ڪيڙا ۽ جراثيم، انهن ڪري نه مرن. هندوستان ۾ اهو رواج هو تـه، ٻاڍهو جانورن جي کاڌي پيتي جـو معقول انتظام ڪندا هئا، ماڪوڙين لاءِ اٽو هاريو ويندو هـو، جانورن لاءِ اسپتالون کوليون ويون، جتي انهن جو دوادرمل ڪيو ويندو هـو. ڪيترن انگريزن سياحن پنهنجن مشاهدن ۾ لکيو آهي تـه، جڏهن يورپ جـا ٻاڍهو جانورن جو شڪار ڪرڻ چاهيندا هئا ته هندو انهن کي پئسا ڏوڪڙ ڏيئي انهي عمل کان روڪيندا هئا.

هندوستان ۾، جانورن سان همدردي واري جذبي جي پيدا ٿيڻ جو سبب اهو ٿي سگهي ٿو ته، جڏهن انهن جو معاشرو زرعي طور تي ترقي وارو ٿي ويو تـه، اناج، کير ۽ ڏڌ گهڻي مقدار ۾ سندن ضرورتون پوريون ڪرڻ لڳو، ته انهن کي جانورن جي گوشت جي ڪا گهڻي ضرورت نه رهي. انهن پاليل جانورن جي اهميت کي اڳيان رکـي، انهن کي زنده رکڻ ضروري سمجهيو. ڳئون، مينهن، ٻڪري وغيره کير لاءِ، گهوڙو، اٺ، هاٿي، گڏهه وغيره بار ڍوئڻ لاءِ. پر اهي معاشره جتي زراعت کاڌي جي پورت نه ڪري سگهي اتي جانورن جو گوشت ضروري هو.

جيئن جيئن معاشرا ترقي ڪندا رهيا، انهن جو ذهني شعور وڌندو رهيو، نون اوزارن جي زرعي پيداوار ۾ اضافو ٿيو ته ان سان گڏ جانورن سان همدردي به وڌندي رهي. يورپ ۾ جانورن سان، رويي ۾ تڏهن تبديلي آئي، جڏهن آتي سائنسي علمن ۾ ترقي ٿي ۽ جانورن جي مطالعي کان پوءِ اها ڳالهه سامهون آئي ته، انهن جا به احساس ٿين ٿا، اهي به ڏک ۽ سک، درد ۽ خوشي جا جذبا رکن ٿا.

جڏهن يورپ ۾ 'انسانيت نواز' جي تحريڪ شروع ٿي ته ان رويي ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو ۽ انسان کي اهو به احساس ٿيو ته بک جي ڪري انسان تيزي جانور هڪجهڙي عمل سان گذرن ٿا. انهن خيالن جي ڪري، يورپ ۾ هيءَ تحريڪ هلي ته، جانورن جون ويڙهيون بند ڪرايو وڃن. نه ته هيل تائين هر تهذيب ۾ جانورن جو ساهه وٺندڙ جنگيون انسان کي مزو ۽ مسرت بخشينديون هيون. انهن جنگين ۾ ڍڳن، ڪتن، ڪڪڙن ۽ ٻين جانورن جون ويڙهيون قابل ذڪر آهن.

جانورن کي وڌيڪ عزت تڏهن ملي، جڏهن يورپ جو معاشرو، زراعتي دؤر مان ترقي ڪري صنعتي دؤر ۾ پهتو. مشينن جي ايجاد جي ڪري، جتي انسان محنت ۽ مشقت مان آزاد ٿيا آتي بار کڻندڙ جانورن تان پڻ اهو آزار لٿو. صنعتي دؤر ۾ جتيءَ وچئين طبقي، مالدارن جي ٻين سهولتن خلاف آواز اٿايو، آتي شڪار جي شوق خلاف پڻ آواز آٿاريو ۽ انهي شڪار جي عمل کي هڪ وحشي عمل قرار ڏنو.

اوڻيهين صدي ۾، يورپ ۾ جانورن کي پالڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ ان سان گڏ جانورن جي بچاءَ واريون تحريڪون پڻ هليون ۽ هاڻي ته ان ڳالهه تي زور ڏنو ٿو وڃي ته گوشت جي استعمال کي ڇڏي سايون ڀاڄيون استعمال ڪيو وڃن.

جانور، انسان جي اڪيلائي جو ساٿي ۽ ڏک ونڊيندڙ آهي. ان لاءِ هاڻي پاليل جانور کي خاندان جو فرد سمجهيو وڃي ٿو. جانور سان محبت انسان جي دل ۾ نرم جاءِ پيدا ڪري ٿي

جنهن جي ڪري ڪاوڙ ۽ ظلم جو انت اچي ٿو ۽ اهو انسان ۽ فطرت جي رشتي کي مضبوط ڪري ٿو.

جڏهن انسان وڏا وڏا شهر جوڙيا ته هو فطرت کان بلڪل ڌار ٿي ويو ۽ گڏوگڏ جانورن کان به. هاڻي پنهنجي قديم رشتي کي جوڙڻ خاطر، هر شهر ۾ جانورن جا باغ بنايا ويا آهن، جيئن اهو واسطو ختم نه ٿي سگهي ۽ ٻئي هڪ ٻئي سان گڏ هجن.

# تاريخ ۾ سونهري دور

اهو تصور هر تهذيب ۽ تمدن ۾ رهيو آهي ته، قديم زماني ۾ هڪ اهڙو دؤر گذري چڪو آهي جنهن ۾ انسان کي مڪمل آزادي هئي ۽ کيس خوشين جا خزانا مليل هئا. جيستائين مذهبي عقيدن جي لحاظ کان ڏٺو وڃي ته، اهو ڏسڻ ۾ ايندو تہ، جڏهن آدم بهشت ۾ هو تہ آتي مزو ئي مزو لڳو پيو هو، پر پوءِ کيس گناهه ڪرڻ جي ڪري بهشت مان ڪڍيو ويو، انهيءَ وقت کان مذهبي انسان وڃايل جنت جي ڳولا ۾ آهي.

مارڪسي نقطہ نظر کان، شروعاتي ڪميونسٽ معاشرو هڪ مثالي معاشرو هو، جنهن ۾ ڪابہ طبقاتي ورهاست نہ هئي ۽ ماڻهو گڏيل زندگي گذاري رهيا هئا، هڪ ٻئي جي ڏک سور ۾ شريڪ ٿيندا هئا. تاريخي عمل سان گڏ پيداوار جا ذريعا پڻ بدلبا رهيا. انسان غلامي، جاگيرداري ۽ سرمايہ داري دؤر ۾ داخل ٿيندا ويا. ايستائين جو وري ڪميونسٽ دؤر ايندو ۽ هو پنهنجي وڃايل جنت کي ٻيهر حاصل ڪري وٺندو.

ڇا واقعي اهڙي قسم جو ڪو سونهري دور هو بہ يا نہ؟ انهيءَ سوال جو جواب ڇڱو خاصو ڏکيو آهي، پر دنيا جي مختلف تمدنن ۽ مذهبي ڪتابن ۾ انهيءَ سونهري دور جو ذڪر ضرور اچي ٿو مثلاً: چين جي ”تاؤ“ مذهب ۾ انهي ڳالهہ جو ذڪر ڏاڍي تفصيل سان ملي ٿو.

جڏهن عظيم تاؤ جو اثر هو تہ سڀ ماڻهو هڪ هئا. صلاحيت رکندڙ ۽ ذهين ماڻهن کي اڳواڻ بڻايو ويندو هو، ماڻهو پين جي مائٽن کي پنهنجو مائٽ ڪري سمجهندا هئا ۽ مائٽ پين جي اولاد کي پنهنجو اولاد ڪري سمجهندا هئا، پوڙهن لاءِ، سندن مرڻ تائين اهڙو بندوبست ڪيو ويندو هو جيئن کين ڪاڏي لئي جي تڪليف نہ ٿئي، جيڪي ڪم ڪرڻ جي سگهہ ساري سگهيا ٿي انهن کي ڪم ڏنو ويندو هو، نوجوانن کي تعليم جي سهوليت ڏني ويندي

هئي. معذورن يتيمن سان همدردي وارو رويو هوندو هو. هرماڻهوکي ان جي صلاحيت مطابق ڪم ڏنو ويندو هو. قيمتي شين کي محفوظ ڪري رکيو ويندو هو. ڪوبه ماڻهو پنهنجي ذات لاءِ ڪم نه ڪندو هو، چور، ڌاڙيل ۽ غدار اصل نه هئا. ان لاءِ گهرن جا دروازا کليل هوندا هئا. اهو زمانو 'باهمي اشتراڪ ۽ اجتماعيت' جو زمانو هو. جڏهن اهو دور ختم ٿي ويو ۽ ان ۾ جيڪا به تبديلي اچي ٿي، انهي تبديلي متعلق جيڪي تحريرون ملن ٿيون، انهن مان اهو محسوس ٿئي ٿو ته، هيءَ دنيا ڄڻ خانداني ملڪيت بنجي ويئي. هاڻي ماڻهو صرف پنهنجن مائٽن ۽ پيارن سان محبت ڪن ٿا. پنهنجي ذات لاءِ محنت ڪن ٿا. سگهه وارا ماڻهو پنهنجن ملڪيتن جي حفاظت لاءِ قلعا تعمير ڪري انهن کي خندقن ذريعي محفوظ ڪن ٿا ۽ پنهنجي ملڪيت ۽ مال جي تحفظ لاءِ فوجون رکن ٿا. هندوئن ۾ به اهو سونهري دور "ستيا يوگ" يا سچائي جو عهد سڏجي ٿو. انهي زماني ۾ نه بيماري هئي، نه خواهشون هيون، ماڻهو گهٽي محنت به نه ڪندا هئا، ڪپڙو به نه اُڻندا هئا چوته، انهن کي سڀ ڪجهه ڏاڍي آرام سان حڪومت ڏيئي ڇڏيندي هئي. ان زماني جا ماڻهو صلح پسند، معصوم، سادا ۽ نيڪ هئا. هرماڻهو جي عمر هزار ورهيه هئي. انهيءَ دور کانپوءِ جيڪو دور آيو، اهو "ڪالي يوگ" (اونداهي جو زمانو) سڏيو ويو. انهي دور ۾، ماڻهو ۾ لالچ گهر ڪري ويئي، زندهه رهڻ جو عرصو گهٽجي ويو، جنگ، بيماري، غربت ۽ بک انسان کي پنهنجي سگهه جي تابع ڪري ڇڏيو.

هندوئن ۾ "ستيا يوگ" ۽ "ڪالي يوگ"، واري واري سان ايندا رهن ٿا. هڪ اونداهو دور، هڪ وڏي سيلاب جي اچڻ کانپوءِ ختم ٿيندو ۽ پوءِ سونهري دور (ستيا يوگ) شروع ٿي ويندو. اهو هڪ چڪر آهي جيڪو مسلسل جاري رهندو. هندوئن ۾ ان نظرئي جي ارتقا موسمن جي تبديلي ڪري ٿي. آڪٽوبر جي فصل کانپوءِ، سياري جي موسم جنهن ۾ اناج گهٽي انداز ۾ موجود

هوندو آهي ۽ ساڻهو صحت سند رهندا آهن. پوءِ آهستي آهستي اناج گهڻجڻ شروع ٿئي ٿو، ۽ آخر ۾ سخت محنت ڪري، زمين جي سيني ۾ ٻج پوکڻو پوي ٿو، ايستائين جو ٿوڻ سون ۾ سيلاب اچن ٿا ۽ ان ڪانپوءِ هڪ دفعو ٻيهر نئون سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو.

ارڙهين صديءَ ۾ جڏهن يورپ جا دانشور ان وقت جي حالتن کان سخت بيزار هئا ته انهي جي رد عمل ۾ 'رومانوي تحريڪ' شروع ٿي، جنهن ۾ حال جي گندگي کان ڪٽ ٿي ماضيءَ جو هڪ رومانوي تصور پيش ڪيو ويو. جنهن تحت قديم وقت جي سنهري دور جي تلاش ڪئي، جنهن ۾ انسان فطرت جي بلڪل ويجهو هو. سندس زندگي ۾ سادگي ۽ مسرت هئي، اهي دانشور حال جي مسئلن مان جان ڇڏائڻ خاطر اهو حل تلاش ڪندا هئا، جيئن انسان ٻيهر فطرت سان پنهنجو واسطو جوڙي سگهي ۽ پنهنجو پاڻ کي ان ۾ ٻوڙي ڇڏي جو ته ائين ڪرڻ سان خوشي نصيب ٿئي ٿي.

هندستان جي مشهور مورخ ڪوسمبيءَ سنهري دور تي تبصرو ڪندي چيو آهي ته، هيلتائين جيڪي قديم جايون جون کوٽايون ٿيون آهن انهن مان ڪنهن هڪ ۾ به، انهي تذڪري جو نشان نٿو ملي. انسان جانورن جي زندگيءَ کان وٺي، اوزار ۽ هٿيار ٺاهڻ تائين جو سفر ڪيو. انهن ذريعي، هن فطرت ۽ زمين کي پنهنجي تابع ڪيو. انسان جي فطرت سان جدوجهد ايتري سخت هئي جو انسان جي عمر ننڍڙي ٿي ٿي ويئي، تاريخي شاهدين مان اها خبر پوي ٿي ته، پٿر واري دور جي انسان جي عمر چاليهه سالن کان وڌيڪ نه هوندي هئي، ها البته اهو ضرور آهي ته ابتدائي زماني ۾ انسان گڏجي سڏجي 'اشتراڪ' واري زندگي جيئندو هو. ڪنهن وٽ ضرورت کان وڌيڪ هوندو هو ته هو ان ۾ ٻين کي شريڪ ڪندو هو. ڇو ته ٻي حالت ۾ کاڌي يا گوشت جي خراب ٿيڻ جو ڊپ هوندو هو. پر ان دور جي انسان ۾ لالچ نه هئي، ان لاءِ هو ضرورت کان وڌيڪ شڪار نه ڪندو هو. انهن گڏالهين

ڪانسواءِ سونهري دور جي ٻي ڪا حقيقت ڪونهي.
بقول ڪوسمي: سونهري دور ماضي نه پر مستقبل ۾ آهي ۽ ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان کي جدوجهد جي ضرورت آهي. ان لاءِ تاريخ جي خاتمي تي هڪ سونهري دور جي خوشخبري آهي، جنهن ۾ مڙئي برائين جو انت اچي ويندو ۽ انسان کي سڀني ڏکن، سورن ۽ عذابن مان آزادي ملي ويندي.

# تاريخ، اقليتون ۽ معاشرو

ڪنهن بہ معاشري ۾ اقليت جي حيثيت ڏاڍي ڪمزور ۽ نازڪ ٿيندي آهي، ڇو ته جڏهن معاشرو ڪنهن بحران جو شڪار ٿيندو آهي، ته انهي سڄي عمل جي ذميداري اقليت تي وجهي ان جي خلاف فساد شروع ڪرائي پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪيو ويندو آهي. انهيءَ جي ڪري رت ريلا ڪري وهندو آهي ۽ ڦرلٽ جي بازار گرم ٿي ويندي آهي ۽ اصل مسئلو پنهنجي جاءِ تي قائم رهندو آهي. اهڙين حالتن ۾ ضروري آهي ته، اقليت تاريخ مان سبق سکڻ جي ڪوشش ڪري، پنهنجن لاڙن ۽ عملن کي اهڙي نموني جوڙي جيئن اڪثريت سان، سک ۽ آرام سان رهي سگهي. ڇو ته، ننڍڙڪپڻي جو احساس هر اقليت ۾ هوندو آهي. ان لاءِ هر اقليت جي اها ڪوشش هوندي آهي ته، هوءَ پاڻ کي سياسي ۽ معاشي دٻاءَ کان محفوظ رکي. انهي سلسلي ۾، هن کان جيڪا غلطي ٿيندي آهي، اها هيءَ ته، اهي ڪوشش ڪنديون آهن ته حڪومت جي اهم عهدن تي قبضو ڪجي. انهي سلسلي ۾ اهي ڳنڍ جوڙ ۽ سازش ذريعي رڳو پنهنجن ماڻهن کي اڳيان آڻڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن، اهي سڀ عمل، انهن کي اڪثريت جي نظرن ۾ شڪي ڏسا بنائين، جيڪي اهي سمجهن ٿا ته، اقليت اهڙي نموني ڪنهن سازش ذريعي اسانکي اختيارن کان محروم ڪري رهي آهي ۽ اهڙي اقليت خلاف هڪ ڇڙپڙ جنم وٺي ٿي ۽ آخر اهو مطالبو طاقت وٺندو ويندو آهي ته، اقليتن کي مڙني عهدن تان لاٿو وڃي. ڇو ته اقليتن جا ۽ اڪثريت ۾ رهڻ وارن جا مفاد ڌار ڌار آهن.

اهڙي ريت جڏهن اقليت، معاشي طور صنعت، زراعت ذريعي طاقتور ٿي وڃي ٿي ۽ مالي وسيلن تي سندس غلبو هوندو آهي ته، انهن جي معاشي خوشحالي، 'اڪثريت' وارن جي اکين ۾ ڪنڊو بڻجي ڏنبجڻ لڳندي آهي، ڇو ته، اهڙي حالت ۾ اقليت وارا 'استحصالي'

صورت ۾ نروار ٿيندا آهن ۽ اڪثريت رکڻ وارن جا محروم طبقا انهن جي خلاف ٿي پوندا آهن.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته، آهو ڪهڙو طريقو آهي، جنهن تي عمل ڪرڻ سان ٻئي ڌريون گڏ هلي سگهن ۽ پنهنجي لاءِ معاشري ۾ عزت ۽ احترام ماڻي سگهن؟ انهيءَ جو حل هي آهي ته، اقليت جنهن به معاشري ۾ رهي اتي پاڻ کي استحصالي طاقت ۾ تبديلي نه ڪري ۽ انهي ڳالهه جي ڪوشش ڪري ته، علم ۽ ادب، سائنس ۽ سياست، صنعت ۽ حرفت ۾ معاشري جي ترقي ۾ واڌارو ڪري. ان ڳالهه جو مثال، سنڌ ۾ پارسين جو ڏيئي سگهجي ٿو. جن عام ڀلي جي ڪمن ۾ دل کولي حصو ورتو. هنن اسڪول، اسپتالون، باغ، ڪتبخانا ۽ تفريحي جايون جوڙايون، جن مان فائدو هڪ عام طبقي ورتو ۽ انهيءَ سبب ڪري معاشري ۾ انهن لاءِ عزت ۽ وقار جو جذبو پيدا ٿيو.

انهيءَ جو ٻيو مثال يهودين جو آهي، جن بحيثيت اقليت تاريخ سان گهڻو ڪجهه ڀرايو ۽ ان تي عمل اهو ڪيائون ته، جنهن معاشري ۾ اهي رهيا، اتي هنن پنهنجي انفراديت کي به برقرار رکيو. معاشري جي ترقي ۾ هنن، سائنسدان، اديب، شاعر، دانشور، فلسفي ۽ ڪاروباري ٿي، سڄي تهذيب کي اڳيان وڌايو. اڄ به آمريڪا ۽ يورپ جي معاشرن ۾ سندن عزت ان لاءِ آهي ته هو معاشري جي ترقي ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهن. جڏهن اهي معاشري کي ڪجهه ڏين ٿا ته معاشرو به مجبور آهي ته کين عزت ڏئي.

جيڪڏهن اقليت اهو چاهي ته، ماڻهن جو استحصال ڪري، پنهنجي معاشي حالتن کي بهتر بنائي يا سازشن ذريعي حڪومت جي ادارن تي قبضو ڪري پاڻ کي مضبوط ڪري، ته اهو رجحان يقيناً فسادن طرف وٺي ويندو. نسلي، مذهبي ۽ فرقه وارين جا فسادات انهيءَ عمل جي پيداوار ٿين ٿا. پر جيڪڏهن اقليت عام ماڻهن جي ڀلي لاءِ ڪم ڪري، سماجي حالتن کي بهتر ڪري، پنهنجي علم ۽ شعور سان انهن جي ذهني سطح کي مٿي کڻي، اهڙي شڪل ۾ معاشري ۾

اِن جو وقار وڌندو.

ڪجهه اقليتن جو رجحان ان طرف به هوندو آهي ته، پاڻ کي سڄي معاشري کان ڌار ڪري ڇڏجي ۽ گڏيل طور سڄي معاشري بدران رڳو پنهنجي باري ۾ سوچجي انهي رجحان ڪري، اها پاڻ کي سوڙهو ڪري ڇڏيندي آهي ۽ ڌار پنهنجا ڳوٺ آباد ڪري، پنهنجا اسڪول، اسپتالون ۽ ٻيا فلاحي ادارا قائم ڪري وٺندي آهي، انهيءَ حالت ۾ معاشرو ٽڪرن ۾ ورهائجي ويندو آهي ۽ سوچ به ڪيترن خانن ۾ ورهائجي ويندي آهي. اهو ڌار رهڻ معاشري کي ڪمزور ڪري وجهندو آهي. ڇو ته اڄ جي دنيا ۾ جتي هر شيءِ مختصر ٿي رهي آهي، ڪو پاڻ کي ڌار ڪري ترقي نٿو ڪري سگهي، ان جون حفاظتي ديوارون، بيمارين ۽ ڏوهن جي لهرن کي روڪڻ ۾ ناڪام ٿي وينديون آهن. انهي جو مثال ائين آهي ته، ڪنهن گندي پاڻي جي گڏ ۾ پاڻ کي پاڪ صاف نٿو رکي سگهجي. اِن لاءِ ڌار رهڻ بدران معاشري ۾ گڏجي وڃجي، ان جي تعمير ۽ ترقي ۾ حصو وٺڻ گهرجي.

# تاريخ ۽ هجرت

دنيا جي تاريخ ۾، قبيلن، قومن، جماعتن ۽ ڌار ڌار فردن جي هجرت اڪثر ٿيندي رهي آهي. هجرت ڪرڻ جا سبب معاشي، سماجي، سياسي ۽ مذهبي رهيا آهن. هڪ عام ماڻهو هجي، جماعت هجي يا قوم، انهن جي زندگي جو بنياد اهو رهيو آهي ته، ڪهڙي ريت حالتن کي سازگار ڪري انهن ۾ سڪون ۽ آرام سان رهي سگهجي ته جيئن بنيادي ضرورتون به آرام سان پوريون ٿينديون رهن. پر تاريخ جو عمل ايترو سنجهيل آهي، جو انسان جون اهي خواهشون ڪڏهن به پوريون نه ٿيون. قدرتي حادثن کان وٺي جنگ، قتل، تباهي ۽ حملن انسان کي هڪ جاءِ تي آرام سان ٽڪڻ نه ڏنو آهي. انسان پنهنجي جان ۽ مال جي حفاظت ڪارڻ هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تائين دربدر ٿيندو رهيو آهي.

جيڪڏهن هجرت جي مذهبي سببن کي ڳولهيو وڃي، ته تاريخ ۾ ائين ٿيندو آهي ته، جڏهن نئين مذهب جي تبليغ شروع ٿي يا نوان مذهبي فرقا پيدا ٿيا ته ماڻهن جو هڪ سان وڏي تعداد ۾ رهڻ ڏکيو ٿي پيو. ڇوته، نئين مذهب ۽ فرقي جي عقيدن ڪري گڏ رهڻ ناممڪن هو ۽ اهڙي ريت ڌار ٿي پنهنجي خيال واري ساٿين سان گڏجي هڪ جماعت جوڙي وٺندا هئا ۽ انهن عقيدن ۾ پاڻ کي ايترو محدود ڪري ڇڏيندا هئا، جو شادي مرادي ۽ غم وخوشي ۾ به هڪٻئي سان شريڪ نه ٿيندا هئا. انهي ڪري اڪثريت انهن ٽولن کان نفرت ڪرڻ لڳندي هئي ۽ کين غدار تصور ڪرڻ لڳندا هئا. ڇوته، انهن، پنهنجن کي ڇڏي برادري مان ڌار ٿي ويا هئا ۽ پنهنجي واپسي جا موٽڻي رستا بند ڪري ڇڏيا هئائون. هاڻي اڪثريت جو رويو جيترو جارحانه هوندو هو اوترو وڌيڪ هي پنهنجي ڍيل خول ۾ لڪي ويندا هئا ۽ پنهنجن عقيدن

ٿوري رسمن رواجن ۾ سخت ٿي ويندا هئا. اڪثريت جو ظلم، مارڪُٽ ۽ برداشت نه ڪرڻ جهڙو رويو انهن کي پاڻ ۾ متحد رکندو هو، ۽ جڏهن اهي حالتون حد کان مٿي ٿي وينديون هيون ته، اهي لڏ پلاڻ (هجرت) ڪري هڪ اهڙي زمين طرف هليا ويندا هئا جتي هو پنهنجي عقيدن جي سلسلي ۾ بلڪل آزاد هجن. حضرت موسيٰ بني اسرائيل مصر مان هجرت ان ڪري ڪئي هئي ته مٿن فرعون جو ظلم ۽ جبر وڌي ويو هو ۽ هو پئي هنڌ پاڻ کي محفوظ سمجهن، اهڙو ئي حال ابتدا ۾ عيسائين جو هو. جيڪي لڪي پنهنجون مذهبي عبادتون ڪندا هئا ۽ جڏهن کين خطرو محسوس ٿيندو هو ته هڪ کان ٻي جاءِ تي هجرت ڪندا رهندا هئا. اسلام جي ابتدائي زماني ۾ حبش ۽ مديني جي هجرت جا سبب پڻ اهي هئا.

جڏهن آمريڪا دريافت ٿيو ته، يهودين کان سواءِ عيسائين جا ڪيترا فرقا، جن جا اعتقاد، عيسائين جي اڪثريتي فرقن کان ڌار هئا، آهي هجرت ڪري آمريڪا هليا ويا جيئن اتي آزاد رهي سگهن ۽ پنهنجي مذهبي عقيدي تحت زندگي گهاري سگهن. اڄ به آمريڪا جي ڏورانهن علائقن ۾ اهڙا فرقا رهيل آهن جيڪي ترقي يافته دنيا کان ڪٽجي پنهنجين رسمن رواجن هيٺ زندگي گذاري رهيا آهن.

اڪثر هن ريت ٿيندو آهي ته، مذهبي فرقا، اڪثريت جي ظلم ۽ جبر کان بچڻ لاءِ جبلن، رڻ پٽن، جهنگلن ۽ ويران علائقن کي پسند ڪندا آهن. جتي ماڻهن جو پهچڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. ان لاءِ حسن بن صباح، اسماعلين لاءِ 'قلعه الموت' هڪ جبل تي تعمير ڪرايو هو ۽ اهوئي سبب آهي جو 'دروز' فرقي جي ماڻهن شام ۽ لبنان جي جبلن ۾ پناهه ورتي هئي.

انهن ڏورانهن علائقن ۾ پهچي، اهي مذهبي فرقا دنيا کان ڪٽجي ڌار ٿي ويندا هئا. مختصر ماحول ڪري سندن عقيدن ۽ رسمن ۽ رواجن ۾ تيزي اچي ويندي هئي. انهيءَ جو نقصان هي ٿيندو هو جو، هڪ پاسي ته انهن جون صلاحيتون انهي پسيل

ماحول ۾ آڻي نه سگهنديون هيون ۽ ٻئي طرف، اڪثريتي لڏو انهن ماڻهن جي سگهه ۽ ڪم مان فائدو حاصل نه ڪري سگهندو هو ۽ اهڙي طرح اها هجرت ٻنهي طرفن لاءِ نقصان ڏيندڙ هئي.

تاريخ ۾ هجرت ڪرڻ جا ڪيترائي مثال آهن. ڪٿي ڪٿي اختلافن جي ڪري ان جا اثر به ڌار ڌار مرتب ٿيا، مثلاً جڏهن آمريڪا، آسٽريليا ۽ نيوزي لئنڊ ڳولهي لڌا ويا تہ انهن علائقن ۾، يورپي قومن جو هڪ وڏو تعداد هجرت ڪري ويو. جيئن تہ نوان آيل، مقامي ماڻهن کان وڌيڪ ترقي يافتہ هئا، ان لاءِ انهن ايندي شرط انهن جي زمينن تي قبضو ڪيو ۽ ويڙهن جو عام قتل ڪرڻ شروع ڪري ڏنائون، انهي قتلام مان جيڪي بچي ويا، انهن کي پري جي علائقن ۾ ڌڪي ڪڍيو ويو. اهو عمل مسلسل ٿيندو رهيو ۽ انهي عمل جي بار بار ٿيڻ جي ڪري مقامي آبادي ٿورائي ۾ تبديل ٿي وئي ۽ گڏوگڏ سندن تهذيب ۽ ثقافت جو پڻ خاتمو ٿي ويو، ۽ آخرڪار جڏهن انهن مان ويڙهه ڪرڻ جي سگهه به موڪلائي وئي تہ انهن کي محفوظ جاين تي منتقل ڪيو ويو.

اهڙي ريت آفريڪا طرف بہ يورپي ماڻهن هجرت ڪئي ۽ ساڳيو عمل اتي بہ دهرايو ويو. مقامي ماڻهن کي جنگ ۽ قتلام ذريعي پويان ڌڪي انهن جي زمينن تي قبضو ڪندا رهيا، پر آمريڪا يا آسٽريليا جي ماڻهن وانگر، آفريقي ماڻهن مان ويڙهه جي سگهه ختم ٿي نہ سگهي پر سندن سياسي شعور ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو ۽ سفيد فام اقليت جي خلاف سندن ويڙهه ۾ وڌي سگهه آهي، جيئن تہ آمريڪا، آسٽريليا ۽ نيوزي لينڊ ۾ يورپي مهاجرن کي وڏو علائقو ملي ويو، ان لاءِ هنن اتي نہ رڳو پنهنجي تهذيب ۽ تمدن کي قائم ڪيو پر وڌايو ويجهايو پڻ. جيڪي يادون پنهنجي وطن مان کڻي هو آتي ويا هئا، انهن کي ڍهڻ نہ ڏنائون بلڪ جڏهن ڪو نئون شهر آباد ٿي ٿيو تہ، ان تي نالو پنهنجي ملڪ جي شهر جو ٿي رکيائون. ان لاءِ اڄ آمريڪا يا ڪئناڊا ۾ يورپ جو هر شهر ملي ٿو وڃي. پوءِ اهو لنڊن هجي يا ايٿنز يا پيرس. انهن ملڪن

۾ انهن مهاجرن يورپي ثقافت کي وڌائي ويجهائي ڏاڍو مشهور ڪيو، پر ان هوندي به اهي ماڻهو پنهنجون پاڙون، پنهنجن پراڻن ملڪن ۾ ڳوليندا ۽ انهن تي فخر ڪندا نظر اچن ٿا.

هجرت جو هڪ ٻيو مثال يهودين جو فلسطين اچڻ آهي. جيڪڏهن تاريخ ڏنهي وڃي ته يهودي سدائين هجرت جي عمل ۾ رهيا آهن، ڪين ڪڏهن اسپين مان ڪڍيو ويو ته ڪڏهن انگلينڊ مان، ڪڏهن روس ۾ سندن قتل عام ٿيو ته ڪڏهن فرانس ۾ مٿن ظلم ۽ جبر ٿيو. جڏهن انهن حالتن کان تنگ ٿي هي هجرت ڪري فلسطين اچڻ شروع ٿيا ته، ان وقت يورپي يهودي جيڪي علم توڙي فني ٽيڪنڪ ۾ عربن کان وڌيڪ ترقي وارا هئا، ان ڪري انهن طاقت ۽ ظلم ذريعي، عربن فلسطينين کي پنهنجي زمينن تان هڪالي ڪڍيو ۽ ملڪ تي قبضو ڪري ورتو. پر هتي به، آفريقا وانگر فلسطينين ويڙهه ڪئي ۽ ڪڏهن به مڪمل طور تي هٿيار هٿن مان نه ڪڍيا ۽ وقت گذرڻ سان گڏ منجهن ويڙهه جي طاقت وڌندي رهي آهي.

هجرت جو هڪ قسم هندوستان جي تامل ماڻهن جو آهي، جيڪي معاشي ضرورتن ڪري سري لنڪا ڏانهن لڏ پلاڻ ڪندا رهيا ۽ ايستائين جو سندن آبادي جو وڏو حصو اتي آباد ٿي ويو. جيستائين اهي ماڻهو معاشي ۽ سياسي لحاظ کان پوئتي پيل هئا، ان وقت تائين سنهالين ۽ انهن ۾ ڪي اختلاف نه هئا، پر جڏهن انهن جي سماجي حيثيت ۾ اضافو آيو ته لڪيل اختلاف ظاهر ٿي پيا ۽ آهستي آهستي اهي اختلاف وڏي جهيڙي جي شڪل وٺي ويا. انهي ويڙهه ۾ ڏکڻ هندوستان جي تامل باشندن جون همدرديون سري لنڪا جي تامل ماڻهن سان آهن.

هجرت جي شڪل هيءَ به هئي ته، ماڻهن کي زور زبردستيءَ سان غلام بڻائي پين ملڪن نيو ويو، جتي هڪ مزدور جي حيثيت ۾ کين يورپ جي نين آبادين ۾ منتقل ڪيو ويو. انهن ۾ آفريقا جا ماڻهو آهن جيڪي آمريڪا ۽ عرب الهندي جزيرن ۾ سوڪليا

ويا. ۽ اِهي اڄ بہ تهذيبي طور پنهنجين وڏيل ڀاڙن جي ڳولا ۾ آهن. اهڙيءَ ريت انگريزن هندوستانين جي هڪ وڏي تعداد کي آفريقا، عرب الهند جي جزيرن ۽ ڏکڻ مشرقي ايشيا جي ملڪن ۾ بطور مزدور موڪليو. هندوستانين جون اهي آباديون اڄ بہ انهن ملڪن ۾ پنهنجي زبان ۽ ثقافت کي ڌار رکيو اچن. انهيءَ سببن ڪري، مقامي ويٺلن ۽ انهن جا پاڻ ۾ اختلاف وڌي رهيا آهن.

جيڪڏهن مهاجرن جي خلاف ان قسم جا اختلاف وڌن ٿا تہ انهيءَ صورت ۾ اهي ماڻهو هڪ ڀيرو ٻيهر هجرت ڪري، يا تہ ٻيهر پنهنجي ملڪ طرف وڃڻ جو سوچين ٿا. يا وري اهڙي ملڪ ۾ وڃڻ گهرن ٿا جتي محفوظ رهي سگهن. مثلاً: يوگنڊا مان ڪڍيل ڪيترا ماڻهو واپس هندوستان ۽ پاڪستان هليا آيا، يا وري ٻيهر هجرت ڪري، برطانيہ يا ٻين يورپي ملڪن ۾ آباد ٿي آيا. اهڙي ريت، يورپ ۽ آمريڪا ۾ جيڪي هندوستاني يا پاڪستاني هجرت ڪري هليا ويا آهن، اهي اتان، پنهنجي ميڄاڻپ جي ڳولها ۾ پنهنجن اباڻن ملڪن ۾ ايندا رهندا آهن.

هجرت جو عمل، سياسي سببن جي ڪري ٿيو هجي يا معاشي، مذهبي يا سماجي بنيادن تي، اهو عمل مهاجرن جي تخليقي صلاحيتن کي ختم ڪري ڇڏي ٿو. هڪ دفعو پنهنجي سر زمين ڇڏڻ سان پاڙ ٽٽيو پوي جنهن سان اڪيلائي جو احساس تمام گهڻو وڌيو وڃي، جنهن نئين علائقي ۾ وڃي اهي ماڻهو آباد ٿين ٿا، تن لاءِ اتي جي زبان ۽ ثقافت اختيار ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، ڇو تہ پاڻ کي ختم ڪري يا ڏاهي ٻيو روپ اختيار ڪرڻ ڪو سولو ڪونهي، انهي عمل لاءِ ڪيترن نسلن کي قربان ڪرڻو ٿو پوي.

جيئن آمريڪا ۾، جتي سڀ مهاجر آهن، اڄ بہ جيڪو هجرت ڪري وڃي ٿو ۽ کيس انگريزي زبان نٿي اچي تہ ان لاءِ وڏا مسئلا پيدا ٿي ٿا وڃن. زبان نہ ڄاڻڻ جي حالت ۾ اِهي معاشري کان ڌار ٿي گهر جي چوديواري ۾ محدود ٿي ٿا وڃن ۽ جڏهن انهن جا ٻار انگريزي سکي ٿا وٺن تہ، پنهنجي مائٽن کي جٽ سمجهي

پاڻ کان هيٺ سمجهڻ لڳن ٿا. اهڙي ريت پهريون نسل هجرت جي عمل تان قربان ٿي ويو آهي. ايستائين جو اڳتي وارا ڪيترا نسل آهستي آهستي انهي ڪلچر کي اختيار ڪن ٿا. هڪ ڏکي عرصي تائين گهر جو ڪلچر ۽ معاشري جو ڪلچر انسان کي ٻن حصن ۾ ورهايل رکي ٿو.

اهو ملڪ جتان ماڻهو هجرت ڪري وڃن ٿا، آتي جو معاشرو به ان عمل کان متاثر ٿئي ٿو. جيئن: نازي جرمني مان دانشورن ۽ سائنسدانن جي هڪ وڏي تعداد آمريڪا ۽ يورپ طرف هجرت ڪئي. انهي هجرت جو اثر جرمني تي اهو ٿيو جو انهن جون يونيورسٽيون ذهين ماڻهن کان خالي ٿي ويون ۽ پڻ طرف خود هجرت ڪرڻ وارا پڻ متاثر ٿيا. ڇوته هنن فن ۽ شعبن بدران پيٽ کي ڀرڻ لاءِ ٻيا مختلف ڪم ڪيا. اهڙي ريت پنهنجي تخليقي صلاحيتن کي وڃائي ڇڏيائون. انهيءَ نقصان کي پورو ڪرڻ لاءِ جرمني کي وڏو وقت لڳو.

هجرت جي انهي صورتحال ۾ ٽين دنيا جا ملڪ وڪوڙيل آهن، ڇوته انهن ملڪن جي سياسي ۽ معاشي حالتن ڪري صلاحيتون رکندڙ ماڻهو هجرت ڪري هليا ٿا وڃن ته، اهي اهڙا معاشرا ذهني ۽ فطري طور تي ڪمزور ٿيڻ لڳن ٿا ۽ اهائي ڪمزوري انهن کي مجبور ڪري ٿي ته هو، هر شعبي ۽ هر منصوبه بندي ۾ غير ملڪي ماڻهن تي ڀروسو ڪن.

# سڄي تاريخ هڪ عصر ڪندڙ تاريخ آهي

مشهور اطالوي مفڪر ”ڪروچي“ تاريخ جي سلسلي ۾ هيءَ ڳالهه چئي آهي ته: اسين قديم تاريخ کي حال جي آئيني ۾ ڏسون ٿا ۽ اسانجي دلچسپي تاريخ جي حصن سان هوندي آهي جن جو واسطو اسانجي حال ۽ اسانجي مسئلن سان هوندو آهي. ڇو ته اهي حصا اسانکي حال جي ڏکاين کي حل ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿا. انهي ڪري اسانجي تاريخ جي مختلف دؤرن سان دلچسپي رهي آهي. تاريخ تي تحقيق ۽ ان جو مطالعو خاص شعبن ۽ پهلوئن سان ڪيو ويو ٿو. مثلاً: ’عهد نشاه ثانيه‘ ۾ يوناني ۽ روسي ڪلچر سان دلچسپي پيدا ٿي، انهيءَ جو سبب هي هو ته انهيءَ زماني ۾، مصور، مجسما ٺاهيندڙ، موسيقار، شاعر ۽ اديب پنهنجي تخليقي صلاحيتن جو اظهار ڪري رهيا هئا ۽ يورپ ۾ ڪلچر جي انهن شاخن ۾ دلچسپي وڌي رهي هئي. ماڻهن ۾ ڪلچر متعلق هڪ ذوق پيدا ٿي رهيو هو. ان لاءِ ماڻهن کي ان ڳالهه جي ضرورت محسوس ٿي ته انهن جي اڳيان تاريخ جو ڪو اهڙو دؤر هجي جنهن جي ڪلچر مان ڪجهه سکي سگهجي، ان کان متاثر ٿجي ۽ جيڪو ان ۾ موجود هجي ان ۾ وڌيڪ واڌارو ڪري سگهجي.

يوناني ۽ رومي ثقافت جو بنياد مذهبي نه پر سيڪيولر هو، انهن جي موضوعن ۾ ڏاڍي وسعت هئي نشاه ثانيه جا فنڪار ۽ دانشور پڻ مذهبي اثرن مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. البته انهن جيڪي موضوع چونڊيا هي مذهبي هئا پر انهن کي سيڪيولر رنگ ۾ ڍاليو ويو ۽ اها ڪوشش ڪئي ويئي ته، ان ذريعي فن جي خوبين ۽ باريڪين جو اظهار ڪيو وڃي.

ارڙهين صدي ۾ جڏهن رومانوي تحريڪ شروع ٿي ته انهن حال جي ترقي سان سخت بيزاري جو اظهار ڪيو. سياسي نظامن

جي سازشن، بادشاهن ۽ وزيرن جون عياشيون، امير ۽ غريب ۾ فرق، انهن سڀني سببن ڪري انهي زماني ڪان نفرت ٿـي ۽ ردعمل طور انهن انسان جـي قديم دؤر ۾ دلچسپي وٺـڻ شروع ڪئي، جڏهن انسان ۽ فطرت گڏ هئا تڏهن فقط سادگي هئي، نہ رياست، نہ قانون نـہ ڪنهن مطلب تحت رشتا. رومانوي تحريڪ وارن اڳيان اهـو قديم دؤر وارو انسان محبوب بڻجي ويو. انهي دؤر ۾ جڏهن يورپ ۾، يونان ۽ روم جي تاريخ سان دلچسپي وڌي، تہ ان جو سبب بہ يورپي قومن جون آهي سرگرميون هيون، جن جي ڪري هو آفريڪا ۽ ايشيا ۾ نيون آباديون قائم ڪري رهيا هئا ۽ يورپي ڪلچر جي برتري جا قائل ٿي، ان کي دنيا ۾ پکيڙڻ ٿي چاهيائون. انهي تحقيق جي ذريعي انهن يورپي ثقافت جـون پاڙون يوناني ۽ رومي ثقافت سان جوڙي ڇڏيون، انهن پنهي ۾ هڪ طرف يونانيت جـي فڪر، دانش ۽ فلسفي جي گهرائپ هئي، تہ روميـن وٽ فوجي طاقت، عزت ۽ بهادري، فتحون ۽ وڏي سلطنت جو وجود هـو. يورپ وارا انهن پنهي جا مالڪ بڻجي پاڻ کي انهن لائق ڪري رهيا هئا.

انهي تحقيق جو آثر يورپ تي اهو ٿيو جو، يهودي دانشورن ۽ سفڪرن، انهي جـي ردعمل ۾ سامي تهذيبن تـي تحقيق شروع ڪئي، جيئن هو يورپ سان ذهني ۽ فڪري مقابلـو ڪري سگهن. انهي ۽ سلسلي ۾ کين اسلامي تاريخ ۽ تمدن سان دلچسپي پيدا ٿي ۽ ان تي تحقيق ڪرڻ شروع ڪيائون.

برطانيہ واري عهد ۾، جڏهن حڪومت اهو پرچار ڪندي هئي تہ، هندوستان جي سندن ئي دؤر ۾ ترقي ٿـي آهـي ۽ مذهبي آزادي ملي آهي، تہ انهي جي جواب ۾ قومپرستي جي خيال هيٺ، مغل تاريخ تي ڪم ڪيو ويو، جيئن اهو ثابت ڪري سگهجي تہ، هندوستان مغل عهد ۾ بہ هڪ خوشحال ۽ ترقي ڪندڙ ملڪ هـو ۽ ان وقت ڪا بہ مذهبي چڪتا پٽ نہ هئي، بلڪ هندو مسلمان پاڻ ۾ گڏجي رهندا هئا.

ان لاءِ جڏهن اهو چيو وڃي ٿو تہ، سچي تاريخ زمان حال

جي تاريخ آهي ته ان ڳالهه جو مطلب هي هوندو آهي ته، زمان حال جا مسئلا، بحران ۽ ضرورتون اهم شيون آهن، جن جي ڪري گذريل دؤرن جي خاص پهلوئن ۾ دلچسپي پيدا ٿئي ٿي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته انهن گذريل واقعن مان نفسياتي طور تي سڪون پڻ ملي ٿو ۽ انهن کي بچاءُ طور استعمال ڪيو وڃي ٿو، ڪڏهن اِن مان پراڻو وڃي ٿو ته، آن دور ۾ ڪهڙيون غلطيون ٿيون هيون؟ ۽ انهن کي ڪهڙي ريت حل ڪيو ويــو هو؟ جڏهن حالتون بدلجن ٿيون ته ان سان گڏ دلچسپيون ۽ ضرورتون بـه ڦري وڃن ٿيون ۽ انهي مناسبت سان ڪو به تاريخ جو دور جاءِ والاري ٿو، ان لاءِ معاشري ۾ سڄي گذريل تاريخ سان دلچسپي پيدا ڪانه ٿي ٿئي. اها تاريخ ڪتابن، آثارن، ڪتبن ۽ ٻين ماخذن ۾ محفوظ هوندي آهي، وقت اچڻ تي ان کي پيدا ڪيو وڃي ٿو ۽ استعمال ڪجي ٿو.... اهوئي سبب آهي ته، هر عهد ۾ تاريخ جي مختلف دؤرن سان دلچسپي پيدا ٿيندي آهي. ۽ زمان حال، قديم دور کي پنهنجن نظرين جي روشني ۾ بيان ڪندو آهي ۽ آن مان پرائيندو آهي.

# تاريخي حقيقتون پاڻ ڳالهائينديون آهن؟

تاريخ، هڪ زماني تائين سياست ۽ مذهب لاءِ استعمال ٿيندي رهي، ان لاءِ ان تان اعتبار گهٽو ڪجي ويو. تاريخ ذريعي سچ کي ڳولهڻ يا ان کي صحيح ثابت ڪري ڏيکارڻ ممڪن ئي نہ رهيو. ان ڪري ارڙهين صدي ۾ ان ڳالهہ جي ڪوشش ڪئي ويئي تہ، تاريخ کي سائنس بنائي، ان جا قانون جوڙيا وڃن ۽ تاريخ کي هڪ اهڙو علم ڏاهيو وڃي، جو ان کي ڪو طبقو يا ڪا جماعت پنهنجن مفادن لاءِ استعمال نہ ڪري سگهي ۽ انهي ذريعي سچائي تائين پهچي سگهجي. ان مقصد لاءِ، انهي ڳالهہ تي زور ڏنو ويو تہ، مؤرخ جو اهو ڪم ناهي تہ هو ڪو فيصلو ڏئي، پر مورخ جو ڪم اهو آهي تہ، هو حقيقتون گڏ ڪري، انهن کي ترتيب ڏي ۽ پوءِ حقيقتون پاڻ ڳالهائينديون ۽ سچائي جو خود اعلان ڪنديون.

تاريخ کي منٿين نموني جوڙڻ جو ڪم ان لاءِ ناڪام ٿيو تہ، حقيقتون پاڻ نہ ڳالهائينديون آهن، انهن جي حيثيت تہ هڪ ٿڌي برف جي ٽڪري وانگر ٿيندي آهي ۽ اصل ۾ آهو مورخ ئي آهي جيڪو انهن حقيقتن کي گرمي پهچائي ٿو، انهن کي زبان عطا ڪري ٿو ۽ ڪين اهڙي حالت ۾ وٺي اچي ٿو، جو انهن جون ڳالهيون ٻڌيون وڃن.... رڳو حقيقتن کي ميڙڻ يا واقعن کي گڏ ڪرڻ تاريخ ناهي، اهڙي ريت تہ، اِها اهڙي شيءِ هوندي جنهن ۾ نہ ڪو روح هجي ۽ نہ ڪو مفهوم. حقيقتون پنهنجو ماضي بيان نٿيون ڪري سگهن ۽ نہ ئي وري سببن، اثرن جو ڪو تجزيو ئي ڪري سگهن ٿيون. مثلاً: هڪ سادي تاريخي حقيقت اِها آهي تہ: ”هندوستان تي محمود غزنوي حملو ڪيو“ جيڪڏهن ان واقعي کي صرف بيان ڪيو وڃي، تہ اهو اسانکي تاريخ سمجهڻ ۾ ڪا بہ مدد نہ ڏيندو. ڇو تہ ان واقعي پويان ڪجهہ سبب هوندا. ڇو تہ محمود غزنوي اهو

حملو اڪيلي سر نہ ڪيو ھوندو، ان سان گڏ فوج ھوندي، ھٿيار ھوندا، گھوڙا ۽ سامان ڍوئيندڙ جانور ھوندا، رڳو فوج نہ ھئي پر آن سان گڏ عام ماڻھو بہ ھوندا. انھن سڀني جي گڏيل ڪوشش سان ھندوستان تي حملو ٿي سگھيو. اِن ڪانپوءِ اھي سوال اچن ٿا تہ، حملي جو ھندوستان ۾ ڪھڙو ردعمل ٿيو؟ انھيءَ ردعمل ۾ حڪمرانن کان وٺي زميندار ۽ عام ماڻھو بہ گڏ ھئا؟. ھاڻي جيستائين انھن جي جذبن، احساسن ۽ خيالن کي معلوم نہ ڪبو ٿيستائين اھو واقعو ھڪ سادو واقعو رھندو. پر جڏھن مورخ، انھي واقعي جي ذري ذري کي ڳولھڻ جي ڪوشش ڪندو تہ اِن واقعي جا ڪيترائي پھلو اڳيان اچڻ شروع ٿيندا. پر انھي واقعي متعلق اھي سوال اتي ئي ختم ٿي ڪونہ ٿا وڃن، پر ذھن ۾ ٻيا سوال بہ جنم وٺڻ لڳندا. جيئن، محمود غزنوي ھندوستان تي حملو ڇو ڪيو؟ ۽ ھندوستاني حڪمرانن محمود تي حملو ڇو نہ ڪيو؟. جڏھن انھن سوالن جو جواب ڳولھي لھڻو آھي تہ ٻنھي طرفن کان معاشي ۽ سياسي سببن جو تجزيو ڪرڻو پوندو ۽ انھن طاقتن جو پڻ مطالعو ڪرڻو پوندو جن تاريخي عمل کي انھيءَ حد تائين آندو. اھڙي ريت ھڪ واقعي ۽ ھڪ حقيقت جي چوطرف ڪيترن واقعن ۽ ڪيترين حقيقتن جو وجود ھوندو آھي.... جيستائين انھن جي تشريح ڪري اِن کي ظاھر نہ ڪيو وڃي، تيستائين تاريخي عمل کي سمجھي نٿو سگھجي.

انھي سلسلي ۾ مورخ کي ڇن ڏڪاين کي منھن ڏيڻو پوي ٿو، سي ڏاڍيون منجھائيندڙ آھن. ڇوتہ واقعو ماضيءَ ۾ ٿيل ھوندو آھي، ھو ان واقعي متعلق رڳو بيان پڙھي ٿو ۽ پوءِ اھو تعين ڪري ٿو تہ، اھو واقعو ڪٿي ۽ ڪھڙي زماني ۾ ٿيو؟ آن وقت جون حالتون ڪھڙيون ھيون؟ انھن ڳالھين جي پس منظر ۾ ھو واقعي جا سبب ۽ نتيجا ڪڍي ٿو ۽ آنھن جو تجزيو ڪري ٿو.... جيئن تہ ھر مورخ جو پنھنجو نقطہ نظر ھوندو آھي، ان لاءِ مورخ ھڪ ئي واقعي جون ڌار ڌار معنائون ۽ نتيجا ڪڍن ٿا. جيئن ھيءَ ھڪ حقيقت آھي تہ، رومي سلطنت جو زوال ٿيو. اھو زوال ڪيئن

ٿيو؟ ان باري ۾ هر مورخ پنهنجو تجزيو بيان ڪيو آهي. ڪو ان زوال جو سبب مذهب ۽ بربريت کي قرار ڏئي ٿو، ڪو ان زوال جو سبب امير طبقي جي عروج ۽ عياشين کي ڏئي ٿو ته ڪو وري ان کي نسل جي خرابي ڪري ڄاڻائي ٿو. ڪو مورخ انهي متعلق ائين چوي ٿو ته، رومي سلطنت جي تباهي آب و هوا ۽ ماحول جي تبديلي ڪري ٿي، زراعتي زمين جي ويران ٿيڻ ڪري حڪومت جي آمدني گهٽجي ويئي، هاري بيروزگار ٿي ويا هئا ۽ اهڙي ريت محروم ماڻهن جي تعداد ۾ تمام گهڻو اضافو ٿيو جنهن ڪري اها سلطنت تباهي طرف وڌڻ لڳي. ڪجهه مورخ وري انهيءَ جي ابتڙ زوال جو سبب ٻڌائين ٿا. هنن موجب، غلامي جيا ادارا تباهه ٿيڻ لڳا، رومي حڪمرانن کي جيڪو وقت مليو هو ۽ هو ختم ٿيڻ لڳو هو ۽ ٻيو سبب اميرن ۽ غريبن جي وچ ۾ طبقاتي جهيڙو هو، جنهن رومي معاشري کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن جرمن قبيلن حملو ڪيو ته انهن کي منهن ڏيڻ وارو ڪوبه ڪونه هو. ”ڊائن بي“ جي نظرئي موجب زوال جو هي سبب ڄاڻايو ويو ته، رومي سلطنت آڏو جيڪي چيلينج هئا، انهن جو هي مؤثر طور جواب نه ڏيئي سگهيا. اميرن سڀ سهوليتون پاڻ لاءِ رکيون ۽ غريبن کي ٿورڙي اڌ مٺو ڪري ڇڏيائون. ان لاءِ جڏهن سلطنت تي ڏکيا ڏينهن آيا ته عوام ساٿ ڪري ويهي رهڻ مناسب سمجهيو.

مٿي رومي سلطنت جي زوال متعلق ڌار ڌار خيال موجود آهن، هر مورخ پنهنجي ڳالهه کي سچو ڪرڻ لاءِ دليل به ڏنا آهن. انهيءَ مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته، حقيقتون پاڻ نه ڳالهائينديون آهن پر مورخ پنهنجي خيال جي مدد سان، انهن کان ڳالهرائيندو آهي ۽ اهڙي ريت هڪ مفهوم جنم وٺندو آهي.

# تاريخ ۽ فيصلو

هڪ مورخ تاريخ لکندي ڪنهن واقعي يا شخصيت جي باري ۾ تڏهن فيصلو ڏئي سگهي ٿو، جڏهن اهو واقعو گذري چڪو هوندو آهي.... ۽ فيصلو تڏهن ڏيندو آهي جڏهن ان جو مقابلو تاريخ جي ٻئي واقعي سان ڪندو آهي ۽ ان جي اثرن جو تجزيو ڪري ويهندو آهي، ان لاءِ ان فيصلي جو دارومدار ان مواد تي هوندو آهي جيڪو مورخ کي دستياب ٿي سگهندو آهي ۽ انهي مواد ڪري ئي هو ڪنهن فيصلي ڏيڻ جي حالت ۾ هوندو آهي.

تاريخ نويسي ۾ هڪ سوال ڏاڍو اهم رهندو پئي آيو آهي ته: 'تاريخ لکڻ وقت مورخ کي پنهنجو فيصلو ڏيڻ گهرجي يا نه؟' انهي سوال جي مخالف هڪ برطانوي مورخ ڪندي چيو آهي ته: "مورخ جو ڪم اخلاقي فيصلو ڏيڻ نه آهي، ڇوته اسان سان ڪو به ٻئي جي دل جو راز نٿو ڄاڻي ۽ عيسائي مذهب جي ته اها روايت رهي آهي ته ٻين متعلق فيصلو نه ڪريو، ائين نه ٿئي جو توهان متعلق فيصلو ڪيو وڃي."

'بٽرفيلڊ' هن ڳالهه تي زور ڏئي ٿو ته: 'مورخ جي حيثيت هڪ جاسوس وانگر هوندي آهي، جيڪو ڪيس جي ڏکاين ۽ مونجهارن کي سمجهائي، ۽ سچائي ۽ حقيقت کي ظاهر ڪري ٿو.... ان لاءِ مورخ جو اهو ڪم ڪونهي ته هو ڪنهن کي ڏوهاري قرار ڏئي. مورخ جو اهو به ڪم آهي ته هو، ماضي جي تاريخ جو سلسلو اهڙي ريت جوڙي جهڙو ماضيءَ ۾ رهيو هجي، ڪيس ماضيءَ متعلق گهڻي تحقيق ڪرڻي پوندي، ان لاءِ کيس پنهنجو ذهن بلڪل صاف رکڻ گهرجي، ڇوته جيڪڏهن ذهن صاف نه رکبو ته فيصلي ڏيڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي ٿيندي.... جيڪڏهن وري تاريخ کي نيڪي ۽ بدي جي جهيڙي ۾ پئجي لکبو، ته ان سان يقيناً تاريخ متاثر ٿيندي.

انهيءَ ڳالهه جو مثال، يورپ ۾ ڪيٿولڪ ۽ پروسٽينٽ نقطه نظر کان ۽ اسان وٽ شيعه ۽ سني نقطه نظر کان لکيل تاريخ آهي. انهن ۾ مورخ فيصلن ۾ وڃڙي وڃڻ ٿو ۽ اهڙي ريت تاريخ جي سچائي وڃائجي وڃي ٿي... ٿيندو ائين آهي جو، جيڪڏهن نظرياتي گروهه ڏوهه ڪري ٿو ته هو ان جا اخلاقي سبب پيش ڪري ٿو، پر جيڪڏهن اهو ساڳيو ڏوهه ٻيو گروهه ڪري ٿو ته مٿس اخلاقي فيصلو مڙهيو وڃي ٿو، ان لاءِ انهن فيصلن جي ڪابه حيثيت ۽ اهميت نٿي رهي.

مٿين نظرين جي خلاف، هڪ ٻيو مورخ ”اي زڪ برلن“ جو چوڻ آهي ته، ”... هڪ مورخ ڪي فيصلو هر حال ۾ ڏيڻ گهرجي، پوءِ ان کي ڪير پسند ڪري يا نه. ڇو ته جيڪڏهن اسين نيرو، تيمورلنگ يا هٽلر متعلق ڪو فيصلو نه ڏيون ته اهو نهايت خطرناڪ ثابت ٿيندو. اخلاقي فيصلي ڏيڻ کان انڪار جو مطلب اهو ٿو ٿئي ته اسان، سماجي علمن ۽ سائنس کي گڏي ڪچڙي، ڏاهي آهي. ڇو ته تاريخ سائنس نه آهي، ان لاءِ واقعن متعلق، جيڪڏهن اسين پنهنجا خيال بيان نٿا ڪريون ته اها هڪ غيرفطري ڳالهه ٿيندي.“

تاريخ ۾ هڪ مسئلو هي به آهي ته، ڇا انساني معاشري جي اخلاقيات ۽ تاريخ جي اخلاقيات هڪجهڙيون هونديون آهن؟ جيڪڏهن انهن ۾ واقعي فرق آهي ته تاريخي واقعن کي عام اخلاقي اصولن تي نه پرکيو وڃي. انهي سلسلي ۾ ”هيگل“ جو چوڻ آهي ته، تاريخ ۾ جيڪڏهن شخصيتون پنهنجو مشن پورو ڪرڻ خاطر، اخلاقي قدرن جي پرواهه نه ڪن، ته اهو انهن لاءِ جائز آهي، ڇو ته هو جنهن اعليٰ مقصد جي تڪميل ڪري رهيون هونديون آهن، اهي مقصد انهن شين کان وڌيڪ اهم آهن، ان لاءِ اهي اهم اڳواڻ فرد جيڪڏهن پنهنجن مخالفن کي قتل ڪرائين ٿا، زهر ڏيئي مارائين ٿا يا انهن جي خلاف سازشون ڪن ٿا ته اهو سڀ ڪجهه جائز آهي.

جڏهن شاهجهان پنهنجي ڀاءُ شهزادي خسرو کي قتل ڪيو،

تہ آن وقت جي مورخ صالح ڪنبوه انهي قتل کي جائز قرار ڏنو ۽ انهيءَ لاءِ اهو دليل ڏنو ويو تہ، اهڙي ريت بادشاهہ پنهنجن مخالفن کي رستي تان هٽائي، سلطنت کي خونريزي ۽ عام قتلام کان بچائي ٿو. جيڪڏهن اهو درست آهي تہ پوءِ اورنگزيب جهڙي ريت پنهنجن ڀائرن کي قتل ڪرايو آهو بہ جائز هو؟ جيڪڏهن تاريخ کي انهيءَ رخ کان ڏٺو ۽ پرکيو وڃي تہ پوءِ سڀني ظالمن، آمرن ۽ استحصال ڪندڙن کي بچاءُ جو سبب ملي ٿو وڃي ۽ اهي تاريخ جي عدالت مان آزاد ٿي ويندا. ان لاءِ مورخ کي، تاريخ لکڻ وقت اخلاقي بنيادن تي فيصلو ڏيڻ گهرجي، جيئن انهن ڏوهن جي سزا انهن فردن کي تاريخ جي عدالت ۾ ملي سگهي. سندن سڀ ڪيل ڏوهہ، دنيا آڏو پيش ٿين، جيئن انهن کي احساس ٿئي تہ، سڀ کان وڏو عذاب ڏيندڙ تاريخ جي سزا هوندي آهي.

# همعصر تاريخ جو لڪڻ

هر مورخ لاءِ همعصر تاريخ لکڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم هوندو آهي، ڇوته انهيءَ تاريخ کي جن ماڻهن جوڙيندي ڏٺــو هوندو آهي، سي زنده هوندا آهن. انهن مان ڪجهه اهڙا ماڻهو بـه هوندا آهن جيڪي انهيءَ تاريخ جو هڪ حصو پڻ هوندا آهن، جنهن ڪري تاريخي شخصيتن ۽ واقعن سان سندن جذباتي وابستگي پڻ هوندي آهي. ۽ اهائي حالت مورخن جي هوندي آهي، جو هو پنهنجي پسند ۽ ناپسند کي اڳيان رکي فيصلو ڪندا آهن، جنهن ڪري ذاتي جذبن کان ڌار ٿي لکڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو آهي. اهڙي صورتحال ۾، جو تجزيو جرمن جي مشهور مورخ ’سومزن‘ ڪيو آهي. هـو لکي ٿو ته، ”جيڪي ماڻهو تاريخي واقعن ۽ انهن جي جوڙڻ جي عمل مان لنگهيا آهن، انهن کي ان ڳالهه جو احساس تمام جلد ٿي ويندو آهي ته، تاريخ کي بغير محبت ۽ نفرت جي نه تحرير ڪري سگهجي ٿو ۽ نه ئي وري جوڙي سگهجي ٿو.“ اهڙي صورتحال جو تجربو مشهور انگريز مورخ ’گبن‘ کي بـه ٿيو. شروع ۾ هن جو خيال هو ته، هو انگلستان جي مشهور ۽ تاريخي شخصيتن تي تحقيق ڪري، ان لاءِ هن، رچرڊ اول، بليڪ پرنس ۽ والٽر ريلي، متعلق سوچيو، پر ڪيس تمام جلد اهو احساس ٿيو ته، برطانوي معاشري ۾، انهن شخصيتن متعلق ايترا ته اختلاف آهن، جو يا ته هنن کي پيار ڪرڻ وارا آهن يا رڳو نفرت ڪرڻ وارا. ان لاءِ تاريخ کي پڙهڻ لاءِ تعصب کان پاڪ ذهن ملي نـه سگهندا. انهيءَ لاءِ هن سوچيو ته هو هڪ اهڙي موضوع کي کڻندو، جنهن جو واسطو ماضيءَ جي هڪ اهڙي دؤر سان هجي، جنهن متعلق اتي جا ماڻهو ڪا راءِ نه رکندا هجن. اهڙي موضوع تي هو بغير ڪنهن پريشاني جي ڪم ڪري سگهي ٿو. انهي ڳالهه کي اڳيان رکي هن رومي سلطنت جي

زوال تي پنهنجو مشهور ڪتاب لکيو.

بلڪل اهڙي ئي صورتحال هندوستان جي ’جادونات‘ ڪي پيش آئي، شروع ۾ هن جو خيال هو ته هو ١٨٥٧ع جي اهم واقعن تي تحقيق ڪري، پر هن به تڪڙو اهو اندازو ڪري ورتو ته، اهو موضوع برطانوي حڪومت لاءِ ڏاڍو حساس آهي جنهن ڪي حڪومت ڪنهن به حال ۾ پسند نه ڪندي. ان لاءِ هن اهو موضوع ڇڏي اورنگزيب جي دور حڪومت تي تحقيق ڪئي، البته اهو ڪتاب فرقيوار نظرئي تحت لکيو ويو. پر ان تي حڪومت ناراض نه ٿي.

اهڙي صورتحال هر معاشري ۾ مورخ اڳيان اچي ٿي. همعصر تاريخ تي جتي اعتراض ٿين ٿا آتي ان کي پسند به ڪيو ويچي ٿو. پاڪستان جي مورخن (....جيڪڏهن اهڙان ڪجهه آهن ته) اڳيان به اهو مسئلو اچي ٿو جڏهن آهي، پاڪستاني تحريڪ تي تاريخ لکن ٿا. ان لاءِ، انهي تحريڪ ۾ جن ماڻهن حصو ورتو هو، آهي پنهنجي پسند ۽ مرضي خلاف ڪا به ڳالهه ٻڌڻ ۽ پڙهڻ لاءِ تيار نه آهن ۽ نه ئي وري پنهنجين غلطين کي ڏسڻ لاءِ تيار آهن. انهن جو هن ڳالهه ۾ پڪو پختو يقين آهي ته: ’هن جيڪو به ڪيو آهو صحيح ڪيو‘. ان لاءِ اسان وٽ جيڪا همعصر تاريخ لکي وئي، آها مسلم ليگ جي نقطه نظر سان لکي وئي، انهيءَ ۾ هندو ۽ مسلم جي جهيڙي جو آواز آهي، ۽ حڪومت کي به اهڙي تاريخ قبول هئي، جنهن ڪري نصابي ڪتابن ۽ سرڪاري دستاويزن ۾ انهيءَ تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو. پر ايترو به ڪيو ويو جو سماجي ۽ قانوني دٻاءُ هيٺ انهيءَ جي خلاف لکڻ ۽ ڳالهائڻ کان به روڪيو ويو. انهيءَ عمل جو نتيجو اهو نڪتو جو اسانجو نئون نسل، تاريخ جي ٻئي رخ کان بلڪل اڻڄاڻ رهيو. ڪين نه ڪانگريس پارٽي جي باري ۾ گهڻي معلومات آهي ۽ نه هندوستان جي ٻين تحريڪن متعلق، جيئن غدر تحريڪ يا ١٩٤٦ع ۾ هندوستان بحريه جي بغاوت ۽ نه ئي هندوستان جي سياسي رهنمائن، انهن جي خيالن ۽ انهن جي تاريخي ڪردار جي باري ۾ ڄاڻڻ کان تمام پري رهيو. پيو ته پري

ٿيو پر نيشنلسٽ مسلمان رهنمائن کي به نظرانداز ڪيو ويو.

جڏهن پاڪستان ۾ سياسي حالتن ڦيرو کاڌو، سياسي، مذهبي ۽ سماجي جماعتون نروار ٿيون ته انهن سڀني جا نظريا نئين سوچ تحت ڦهليل هئا. جمهوري عمل جي ته هئڻ ڪري، ماڻهن ۾ سياسي شعور جسي ٿورائي رهي، تاريخ ۾ ماڻهن جي عمل کي مختصر ۽ ننڍو ڪري پيش ڪيو ويو ۽ زور انهي ڳالهه تي ڏنو ويو ته صرف وڏيون شخصيتون سندن مسئلا حل ڪري سگهن ٿيون. ان ڪري ماڻهو، حڪومتي ادارن جي خرابين کي وساري شخصيتن کي ڏوهاري سمجهڻ لڳا ۽ اها اميد ڪرڻ لڳا ته هڪ شخصيت وينديي ته ٻي سٺي شخصيت اچي سندن سڀ مسئلا حل ڪري ڇڏيندي. تاريخ به انهن شخصيتن تي لکي ويئي پر انهن جو ذڪر اصل نه ڪيو ويو جيڪي انهي ۽ شخصيت جي پويان طاقتن جي رنگ ۾ موجود هيون، مثلاً: سياسي، معاشي ۽ سماجي طاقتون.

همعصر تاريخ کي بيستو ڪرڻ جو ٻيو عنصر هي هو ته هر سياسي ۽ مذهبي جماعت، پنهنجي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ پنهنجي پنهنجي مطلب تحت تاريخ کي تحرير ڪرڻ شروع ڪيو جيئن هو پنهنجن نظرين جي سچائي کي ثابت ڪري سگهن. تاريخ ۾ جتي تي، سندن خلاف واقعا ۽ حقيقتون هيون، انهن ۾ ڦيرڦار ڪئي ويئي، انهي پهاڪي هيٺ ته ”جيڪڏهن توکي ماضي پسند نه اچي ته ان کي ڦيرائي ڇڏ.“ انهي ۾ جو نتيجو اهو نڪتو جو تاريخ انهن جماعتن جي هٿن ۾ سندن هٿيار بڻجي ويئي، انهي هٿيار ذريعي انهن پنهنجن پنهنجن پوئلڳن جي ذهن کي ايترو رهڙي ڇڏيو جو هو پنهنجي هيري جي خلاف ڪجهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهن.... اهڙي حالت ۾ پاڪستان جي تاريخ لکڻ نهايت ئي ڏکيو ڪم آهي، ڇو ته هڪ طرف حڪمران طبقي جا پنهنجا مفاد آهن جن جي ڪري هو پنهنجي مرضي مطابق تاريخ لکرائڻ چاهين ٿا، ته ٻئي پاسي سياسي ۽ مذهبي جماعتون آهن. ان ڪري جيڪا به همعصر تاريخ لکي ويئي آن ۾ اهي به ڌٻاءُ ڇٽي طرح ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

همعصر، تاريخ کي جيڪڏهن تجزياتي انداز ۾ تحرير ڪيو وڃي، ته انهي ذريعي موجوده مسئلن کي سمجهي سگهجي ٿو. جيئن هن وقت جيڪي اختلاف سامهون اچي رهيا آهن، جن ۾ لساني ۽ نسلي بنيادن تي گروهه بنديون، علائقائي قوم پرستي جو رجحان، اڪثريت ۽ اقليت وچ ۾ بدگمانيون، حڪمران طبقي جي سهوليتن ۾ اضافو، سياسي جماعتن جي بيعملي، سياست دانن جي ناڪامي، سياسي ڪارڪنن جي بيقدري، سياسي ڳالهين ۾ ذاتي هٺ ڌرمي، برداشت ڪرڻ جي طاقت ۾ گهٽتائي، رشوت ۽ بدعنوانين جو وڌڻ، ملڪ جي سياست ۾ بييقيني. انهن مسئلن جون پاڙون تحريڪ پاڪستان جي تاريخ ۾ لڪيل آهن.... مثلاً: تاريخ کي جنهن نظرئي تحت لکيو ويو آهي ان ۾ مسلم قوميت جو نظريو سڀ کان وڌيڪ اهم آهي. انهي ۾ ان ڳالهه جي نشاندهي ٿيل آهي ته، هندوستان ۾ کهڙي ريت، مسلم اقليت هڪ قوم ٿي ۽ هڪ قوم ٿي هن ڌار ملڪ جو مطالبو ڪيو. بلڪل انهي بنياد تي اڄ نسلي ۽ لساني اقليتون ڌار قوم هئڻ جو مطالبو ڪري رهيون آهن، جيڪڏهن انهن کي ڌار قوم مڃيو وڃي ته پوءِ انهن جي ڌار وطن جي مطالبي کي به مڃڻو پوندو.

تحريڪ پاڪستان جي تاريخ ۾، شملو وفد جي ڪاميابي کي ان لاءِ اهميت ڏني وڃي ٿي، جو ان وفد ڌار چونڊن ۽ نوڪرين ۾ ڪوٽا سسٽم بحال ڪرايو. انهن جي انهن مطالبن جو بنياد، انهي دليل تي هو ته، مسلمان جيئن ته پويان پيل ۽ گهٽ پڙهيل آهن ۽ هندوئن سان مقابلو نٿا ڪري سگهن، ان لاءِ انهن کي نوڪرين ۾ ڪوٽا ڏني وڃي. ۽ ڌار چونڊن ذريعي انهن کي نمائندگي ڏني وڃي، پر اڄ جڏهن انهن بنيادن تي ڪوٽا سسٽم کي متعارف ڪرايو ٿو وڃي ته انهي جي مخالفت ڪئي ٿي وڃي.

ملڪ کي ورهائڻ جا جيڪي فائدا ٻڌايا وڃن ٿا، تن ۾ هي چيو وڃي ٿو ته، ورها ڱي جي نتيجي ۾، مسلمانن کي حڪومت ۽ انتظاميه ۾ وڏا وڏا عهدا مليا، پر جي ملڪ نه ورهائجي ها ته

هندو ڪنهن مسلمان کي اڳيان نه وڌڻ ڏين ها. انهي بنياد تي اڄ عليحدگي وارين تحريڪن ۾ به اهو دليل ڏنو وڃي ٿو ته ڪين موجوده نظام ۾ اڳيان وڌڻ کان روڪيو ويو آهي ۽ هو ڌار ملڪ ڇاهي پنهنجي حڪومت ٺاهيندا ۽ آنهي حڪومت ۾ وزير، سفير ۽ جنرل ٿي ويهندا.

# تاريخ ۽ جنگ

تاريخ ۽ جنگ جو واسطو تمام گهڻو پراڻو آهي. ڇوته جنگ کي ابتدا کان ئي اهڙو واقعو سمجهيو ويندو هو، جنهن جي تفصيل سان نه رڳو مورخ کي دلچسپي هئي، پر پڙهندڙن جي به اها خواهش هئي ته انهي موضوع متعلق گهڻو ڄاڻي سگهجي. هندوئن جو مذهبي ڪتاب 'مهاڀارت' ڪو مستند تاريخي ڪتاب ناهي پر ان ۾ جنگ کي مرڪزي موضوع بنايو ويو آهي. يونان جي ٻن مشهور مورخن به جنگ کي پنهنجو موضوع بنايو. 'ٽروجن جنگيون'، 'ايرانين سان وڙهڻ' ۽ 'يونان جون ايشيا ۾ فتحون'- اهي انهن جا پسند وارا موضوع هئا. انهي کان پوءِ يورپ جي تاريخ ۾ 'صليبي جنگين' کي اهميت ملي. عربن، ايرانين ۽ ترڪن به تاريخون تحرير ڪرايون، انهن تاريخن ۾ جنگين ۽ فتحن جو تفصيل سينءَ کان وڌيڪ آهي.

١٩- صدي ۾ جنگ جو موضوع نه رڳو مورخن لاءِ دلچسپي جو سبب بڻيو، پر مفڪرن به، جنگ جي اهميت تي نوان خيال پيش ڪيا ۽ جنگ کي معاشري لاءِ ضروري سمجهيو ويو، ان لاءِ جو جنگ سان معاشري جي ساک ٺهي ٿي. خطري کان بچڻ لاءِ ذهني صلاحيتون پيدا ٿين ٿيون ۽ نين ايجادن لاءِ ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. انهي ڳالهه جو مثال پهرين جنگ عظيم آهي، جنهن ۾ جرمن گيهه ۽ مکڻ جو نعم البدل بناسپتي گيهه ايجاد ڪيو. ڇوته جنگ ڪري گيهه جي تمام گهڻي کوٽ ٿي پيئي هئي. مفڪرن جي خيال ۾ جنگ ڊپ، بزدلي ۽ بي عملي جو خاتمو ڪري ٿي. جيڪڏهن ڪجهه ڪجهه عرصي کانپوءِ جنگ ٿيندي رهي ته معاشرو باعمل ۽ چُرپُر واري عمل ۾ رهندو جنهن ڪري اندرين زندگي ۾ ترقي ٿيندي رهندي. انهن جنگين جي نتيجي ۾ واپار کي به فائدو ٿيندو. صنعت وارو، هٿ جي هنرن وارو، هنرمند ۽ ٻين

کي گهٽو ڪم ملندو ۽ جنگ جي نتيجي ۾ انهن سان لاڳاپيل صنعتن کي به ترقي ملندي.

يورپ جي وچين عهد ۾، جنگ اميرن لاءِ هڪ ڪاروبار بڻجي ويئي. جنگ کي ڪاروبار طور اختيار ڪندي، انهن پنهنجون ڌار ڌار ٽوليون ۽ جماعتون ٺاهيون. انهن سان گهڻا پــاڻ کي مذهب خاطر وڙهندڙ چوندا هئا ۽ ڪجهه پاڻ کي مظلومن جي حمايت ڪندڙ ڏيکاريندا هئا. انهن جنگ ۽ وڙهڻ جو هڪ "اخلاقي ضابطو" جوڙيو جنهن ۾ دشمن سان ڪهڙي رِيت هلجي ۽ ٻيو ڪجهه شامل هو. جنگ انهيءَ طبقي لاءِ وڏو اعزاز بڻجي ويئي. جنگ جي ميدان ۾ عزت خاطر جان ڏيڻ هڪ قدر واري ڳالهه ٿي پيئي. ابتدا ۾ هنن صليبي جنگين ۾ حصو ورتو. جڏهن اهي جنگيون ختم ٿي ويون ته پاڻ ۾ وڙهندا رهيا.

جنگ کي جيڪو هڪ اهم ڏنڊو بڻايو ويو، ان لاءِ جيڪي خوبيون بيان ڪيون ويون، تن ۾ بهادري، بي خوفي، همت رکندڙ ۽ دشمن کي قتل ڪرڻ هڪ وڏي خوبي هئي. انهي ڪري جنگين ۾ رت جا درياءَ وهي آئي هليا، شهرن کي ڦريو ويو، ڳوٺ ساڙيا ويا، پر انهن ڪريل عملن تي شرمندو ٿيڻ بجاءِ سرڳو فخر ڪندا هئا. جنگ جو ٻيو پاسو ڏاڍو ڪنبائيندڙ آهي. انهيءَ ۾ نه رڳو فوجي ماريا ويندا هئا، پر ان سان گڏ معصوم ٻار، عورتون ۽ بيگناه شهري به ماريا ويندا هئا. منگول جڏهن فتح حاصل ڪري وٺندا هئا ته جنگ ۾ مارجي ويلن جي کوپڙين جا مينار تعمير ڪرائيندا هئا. هندوستان ۾ انهي رسم کي بابر کٽي آيو جنهن پنهنجن دشمن جي کوپڙين مان مينار تعمير ڪرايا. راجپوت، جڏهن اهو سمجهندا هئا ته، جنگ ۾ کين هارائڻو پوندو، ته هو پنهنجن ٻارن ۽ زالن کي ماري ڇڏيندا هئا ۽ پاڻ جنگ ۾ آخري ساهه ڏيڻ تائين وڙهندا رهندا هئا. انهن جنگين نه رڳو شهر ۽ ڳوٺ تباهه ڪيا پر ترقي ڪندڙ تهذيبن ۽ تمدنن کي به برباد ڪري ڇڏيو. وقت بدلجندو رهيو پر نه بدليو ته انسان جو ذهن، انسان جي هٿان انسان جو

قتل ٿيندو رهيو. پهريـن ۽ ٻـي جنگ عظيم جي تباهين مان ٻـه انسانن کو سبق نه حاصل ڪيو.

ٻي جنگ عظيم کانپوءِ اتحادي طاقتن، جرمني ۽ جاپان کي ڏوهاري قرار ڏنو ۽ چيو ته، انهن فتح ڪيل علائقن ۽ ملڪن ۾ ماڻهن جو عام قتل ڪيو آهي. انهي سلسلي ۾ پنهنجي ملڪن جي جنگي ڏوهارين تي ڪيس به هلايا ويا. جيئان انهي ڏوهه مان ان لاءِ نڪري ويو، جو آمريڪا هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ايٽم بم ڪيرائي ٻنهي شهرن کي تباهه ڪري ڇڏيو، انهي لاءِ جاپان جا ڪيل جنگي ڏوهه انهي پس منظر ۾ لڪي ويا. پر جرمني جي ڏوهن کي ڪتابن، فلمن ۽ ٻين ذريعن سان مٿي آندو ويو، جو جرمني قوم پاڻ ڏوهه جي شديد احساس هيٺ رهي. برلن ۾ جنگ جي زماني ۾ تباهه ٿيل چرچ جو هڪ حصو يادگار طور سانڍي رکيو. پـر جڏهن ويٽنام جي جنگ ۾، آمريڪا ويٽناميـن جو عام قتل ڪرڻ شروع ڪيو ۽ انهن جي هڪ فوجي جنهن 'مائـي لائـي' ۾ اهو قتل عام ڪرايو ته واپسي تي آمريڪا ۾ ان جو استقبال هڪ هيرو وانگر ڪيو ويو. انهي عمل تي جرمنن ۾ انهيءَ جو شديد رد عمل ٿيو. (البت رسل جي ٽريبون ويٽ نام جي جنگي ڏوهارين تي ڪيس هلايا مگر انهن جي نوعيت اخلاقي هئي) ۽ جرمنن جي نئين نسل انهن ڏوهن کان پاڻ کي ڌار ڪري ورتو.

جرمني ۾ هن وقت ٻـن قسمن جون تـاريخون لکجي رهيون آهن. هڪ هيءَ ته، هٽلر جي هٿان جرمنن تمام گهڻو نقصان برداشت ڪيو، ڇو ته، هٽلر مخالفن کي نيست نابود ڪري ڇڏيو ان لاءِ هو مزاحمتي تحريڪن کـي اهميت ڏيئي رهيا آهن، جيڪي اُن وقت هٽلر جي خلاف هيون. انهي مان هي، اهو ثابت ڪرڻ پيا چاهين، ته انهن ڏوهن ۾ سڄي جرمني قوم شامل نه هئي. ٻيو رجحان اهو آهي ته، ان کانپوءِ اينگلز آمرن ۽ ڊڪٽيٽرن جهڙي ريت پنهنجي عوام کي ڪچليو ۽ ٻين ملڪن ۾ جيڪا خونريـزي ٿي، اُن کي آخـر خراب ڇو نٿو چيو وڃي؟ ۽ انهن کـي هيرو ڪري ڇو ٿو پيش

ڪيو وڃي؟ جيڪڏهن آهي آمر هيرو آهن ته پوءِ هٽلر ۾ ڪهڙي خرابي هئي؟

جنهن قوم جو نئون نسل، انهي جرم جي احساس کان پاڻ بچائڻ چاهي ٿو جيڪا هنن پاڻ قبول ڪئي هئي. تاريخ جي ستم ظريفي اِها آهي ته، جيڪي قومون جنگي ڏوهه ڪن ٿيون، سي پاڻ ڪڏهن به قبول نه ڪنديون آهن. پر ان تي فخر ڪنديون آهن. ”جليانوالا باغ“ ۾ ٿيل قتل عام جي ذميدار ڪرنل ڊائر جو انگلستان ۾ استقبال هڪ هيري وانگر ڪيو ويو ۽ کيس سلطنت برطانيه جو محافظ قرار ڏنو ويو. اِهي ئي آهي خيال آهن، جيڪي جنگ ۽ عام قتلام کي زنده رکيو اچن.

# قومن جو عروج ۽ زوال

تاريخ ۾ قومن جي ابتدا ۽ انتها جا قصا، مفڪرن لاءِ غور ۽ فڪر جا سبب رهيا آهن، ۽ انهن سوالن جا جواب ڳولهڻ ۾ مصروف رهيا ته، اهو عروج ۽ زوال ڪيئن ٿو ٿئي؟ ڇا ان جا به ڪجهه قانون آهن؟ جيڪڏهن ها ته پوءِ اهو ضروري آهي ڇا ته، انهن قانونن تحت هر قوم ۽ تمدن جو عروج ۽ زوال ٿيندو هجي؟ ڪجهه مفڪرن ته قومن جي عروج ۽ زوال کي بائيولوجيڪل عمل تحت ڏٺو، جهڙي ريت زندگي مختلف مرحلن مان گذري موت جو مزو چکي ٿي، قومون به انهي عمل هيٺ رهن ٿيون. اهو نظريو ابن خلدون ۽ اشپينگلر جو هو جن دليلن ذريعي انهي کي پيش ڪيو. البته ”ٽائن بي“ به انهي نظرئي جو قائل آهي پر هو قوم يا تمدن جي تباهي جو ذميدار تخليقي اقليت کي ڄاڻائي ٿو، جيڪو تمام وڏيون غلطيون ڪري قوم کي تباهي طرف وٺي وڃي ٿي. جيڪڏهن تخليقي اقليت، انهن غلطين جي شروعات به ڪري ۽ پاڻ کي وقت سان گڏ تبديل ڪندي رهي ته انهي حالت ۾ زوال جو عمل بيهي سگهي ٿو.

هڪ نظريو هي به آهي ته، قومن جو زوال انهيءَ ڪري ٿيندو آهي جو هو پنهنجين صلاحيتن ۽ طاقتن کي ڦهلائي ڇڏين ٿيون ۽ اهو پکڙجڻ سندن موت جو ڪارڻ بڻجي ٿو. موجوده دؤر ۾ ان جو مثال برطانيه جي وسيع سلطنت هئي ته هن ننڍڙي ملڪ پاڻ کي ايتري قدر پکيڙي ڇڏيو، جو سندس معاشري لاءِ ناممڪن هو جو انهي وڏي سلطنت جي سار سنڀال لهي سگهي. ڇوته انهي شڪل ۾، ان جون صلاحيتون به پکڙي ويون جنهن ڪري هو پنهنجي طاقت کي برقرار نه رکي سگهيو. ايتري وڏي سلطنت لاءِ هزارن جي تعداد ۾ انتظاميه جا عهديدار، فوجي آفيسر ۽ ٻين ڪارڪنن جي ضرورت هئي، جيڪي برطانيه لاءِ، تيار ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم

هو. جڏهن انهن پنهنجي مدد لاءِ مقامي ماڻهن کي ڪنيو تہ انهن ئي ماڻهن ۾ قوميت جو جذبو پيدا ٿيو ۽ انهن ئي برطانيہ جي خلاف آزادي جي تحريڪ شروع ڪئي.

زوال جو سبب هي بہ هوندو آهي تہ معاشري جي اقليت حڪمران، بدلجندڙ ضرورتن ۽ نون مسئلن کي، ماضيءَ جي طريقن ۽ حربن سان حل ڪرڻ چاهيندا آهن. انهن کي ماضي جي علم ۽ ذهانت تي اعتماد هوندو آهي ۽ هي انهي خوشفهمي ۾ مبتلا هوندا آهن تہ، هي قديم طريقن سان جديد دؤر جي مسئلن کي حل ڪري سگهن ٿا. انهن جو اهو غرور و فخر ۽ تبديلي کان بيخبري کين روز بروز نون مسئلن ۾ منجهائيندي ويندي آهي ۽ اهوئي عمل سندن زوال جو سبب بڻبو آهي.

آهي قومون، جن وٽ دنيا تياڳڻ جو فلسفو پيدا ٿيڻ لڳي ٿو ۽ ان کي مقبوليت بہ ملي وڃي تہ ان معاشري ۾ بي عملي پيدا ٿي پوندي آهي چوتہ، اهي هن مادي دنيا جي ترقي ۾ ڪابہ دلچسپي نہ وٺندا آهن ۽ پنهنجون صلاحيتون روحاني ترقي ۾ لڳائي ڇڏيندا آهن، جنهن جي ڪري آهو معاشرو زوال طرف وڃڻ شروع ٿيندو آهي.

جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ قومن جو نہ عروج ٿيندو آهي ۽ نہ ئي وري زوال. اهي لاها ۽ چاڙها معاشري ۽ قوم جي اقليتي طبقن کي ڏسڻا پون ٿا ۽ اهي ئي سياسي طور اقتدار تي ويٺل هوندا آهن. انهن وٽ مادي وسيلا هوندا آهن ۽ انهن وسيلن جي ذريعي تهذيب ۽ ثقافت، نظريا ۽ سوچون پيدا ڪن ٿا. انهن جي قوم جي اڪثريت ان طبقي سان واسطو رکندڙ هوندي آهي جن وٽ رڳو محروميون رهيل هونديون آهن. اهي طبقا انهن سڀني ڳالهين کان هڪ طرف پنهنجي پيٽ جي دوزخ کي ڀرڻ لاءِ ڏينهن رات مزدوري ۽ پين محنت طلب ڪمن ۾ رُڌل هوندا آهن. ان لاءِ اهي نہ تهذيب ۽ ثقافت جي جوڙڻ ۾ حصو پتي وٺي سگهندا آهن ۽ نہ ئي وري نظريا ۽ خيال تخليق ڪري سگهندا آهن. ان لاءِ جڏهن عروج

تي هونديون آهن ۽ وٽن پنهنجي ڌنڌي جا ڏيڻ لکڻ هوندا آهن ته ان وقت به اڪثريت غربت ۽ جهالت واري زندگي گذاري رهي هوندي آهي. برطانيه جي سلطنت جڏهن پنهنجي عروج تي هئي ته ان وقت ان جي معاشري جا ماڻهو اڻپڙهيل ۽ محتاج هئا، جو ته سڀئي فائدا حڪمران طبقي کي ملي رهيا هئا ۽ عوام انهن فائدن کان محروم هئي.

ان لاءِ جڏهن قومن جو زوال شروع ٿئي ٿو ته سڀ کان وڏو نقصان انهيءَ حڪمران طبقي کي ٿيندو آهي. انهن جي دولت گهٽجڻ لڳندي آهي، سندن سهوليتون گهٽجڻ لڳنديون آهن، ملڪيت ختم ٿي ويندي آهي ۽ جڏهن هڪ نظام ٽٽي ٿو ته ان جي نتيجي ۾ سڀ ثقافتي سرگرميون به ختم ٿي وينديون وڃن. پر انهيءَ حالت ۾ به عوام جي حالت ساڳي رهي ٿي، انهن جي روز وارين چرپر ۾ ڪوبه فرق نٿو اچي. ملڪ ۾ بد امني، قانون جي خلاف ورزي، چوريون، ڌاڙا وڌي وڃن ٿا پر اهو محروم طبقو انهن کان ان لاءِ متاثر ڪونه ٿو ٿئي، جو وٽن اهڙي ڪا شيءِ نه هوندي آهي جيڪا چوري ڪري سگهجي. باقي سندن حقن تي ته هر دور ۾ ڌاڙو لڳندو رهندو آهي. ان ڪري زوال به حڪمران طبقي کي متاثر ڪري ٿو، ۽ جيئن ته حڪمران طبقو پاڻ کي قوم سمجهي ٿو، ان لاءِ پنهنجي عروج ۽ زوال کي قوم جو عروج ۽ زوال ۽ پنهنجي مفادن کي قوم جا مفاد ڪري سڏي ٿو.

اهي حڪمران طبقا عروج ان لاءِ حاصل ڪري وٺندا آهن جو اهي پاڻ ۾ گڏجي قوم جي دولت تي قبضو ڪري وٺندا آهن ۽ پوءِ ملڪ جي وسيلن کي پنهنجي اقتدار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. پر جڏهن وسيلا وڌي وڃن ٿا، دولت ۾ اضافو ٿئي ٿو ته انهن جي ورهاست ۾، هڪٻئي سان وڙهي پون ٿا. جنهن جي نتيجي ۾ سازشون ٿين ٿيون، اختلاف وڌي ٿا وڃن، هڪٻئي کي ختم ڪرڻ لاءِ سڀ حيلا هلايا ٿا وڃن. اهڙي ريت سندن اتحاد ختم ٿي ٿو وڃي ۽ سندن صلاحيتون يا ته سهوليتن جي تحفظ

لاءِ استعمال ٿين ٿيون يا وري سازشن ۽ ڪنهن جوڙ ڪرڻ ۾.

جيئن ته انهي عمل ۾ عوام جي اڪثريت ڪي شامل نٿو ڪيو وڃي، ان لاءِ عوام جون همدرديون به ساڻن گڏ نه هونديون آهن. اهو حڪمران طبقو عوام کي ڏار ڪري قوم ۽ معاشري جون صلاحيتون ۽ طاقتون وڃائي ڇڏي ٿو. انهن سان اهو فائدو حاصل ڪونه ٿو ڪري. جيڪڏهن عوام کي اقتدار ۽ ملڪ جي وسيلن ۾ شريڪ ڪيو وڃي ته آهو معاشرو پوري سگهه سان اڳيان وڌندو، ڇو ته ذهانت ۽ صلاحيت ڪنهن خاص طبقي لاءِ مخصوص نه هوندي آهي. ان لاءِ جيڪڏهن سڀني کي موقعو ڏنو وڃي ته انهي شڪل ۾ نه رڳو قومن جي زوال کي روڪي سگهجي ٿو پر ترقيءَ سان اڳيان وڌيو رهبو.

# تاريخ جو تسلسل

دنيا جي تاريخ کي جيڪڏهن ڳهري نظر سان ڏٺو وڃي تہ اهو احساس ٿيندو تہ، قومن جو عروج ۽ زوال ٿيندو رهندو آهي. نيون تهذيبون ۽ تمدنون تخليق ٿين ٿيون ۽ فنا ٿيو وڃن. پر مجموعي طور تي عالمي تهذيب ۽ تمدن ۾ هڪ تاريخي سلسلو جڙيل آهي. هڪ قوم يا تهذيب جيڪو ڪجهہ پويان ڇڏي وڃي ٿي، ان جي بنيادن تي ٻيون قومون ترقي ڪن ٿيون. ڪنهن قوم يا تهذيب جي زوال کي ان وقت محسوس ڪيو ٿو وڃي جڏهن تخليقي صلاحيتن جي سگهہ ختم ٿي وڃي. جڏهن ڪا تمدن ڪجهہ تخليق ڪري ٿي تہ اهو رڳو پنهنجي لاءِ نہ. پر ان مان سڄي انسانذات فائدو حاصل ڪري ٿي. شيڪسپيئر جي شاعريءَ مان رڳو انگريز لطف وٺڻ جو حق نٿا رکن بلڪ ان مان هر قوم ۽ هر فرد فائدو حاصل ڪري ٿو. اهڙي ريت جيڪڏهن ڪنهن بيماريءَ جي دوا آمريڪا ۾ ايجاد ٿي آهي تہ ان مان فائدو حاصل ڪرڻ ايشيا ۽ آفريڪا جي سڀني ماڻهن جو حق آهي. بلڪل اهڙي ريت ڪنهن بہ قوم جي تمدن ۽ تهذيبي ملڪيت تي انسانيت جو حق ٿئي ٿو پوي. اهوئي سبب رهيو آهي جو مصرين، يونانين ۽ ميسوپوٽاميہ جيڪو ڪجهہ ڇڏيو، ايندڙ قومن انهن مان فائدو ورتو. يوناني علم ۽ فن جي ڪتابن جا ترجما عربي زبان ۾ ٿيا تہ انهن ڪتابن جي ڪري عربن جي تهذيب ۾ معلومات جا دروازا کلي پيا. انهن عربن چين مان ڪاغذ، ريشم، بارود ۽ ٻين شين جو علم سکيو ۽ ان کي اڳيان وڌايائون.

تاريخ ۾ ڪا بہ قوم يا تهذيب اڪيلي نٿي رهي سگهي، ان جو ٻين قومن ۽ تهذيبن سان ڳانڍاپو هوندو آهي، انهي واسطي کي مضبوط ڪرڻ ۾ قومن جي هجرت، جنگيون، سفارتي واسطا، تجارت

۽ مذهبي مشن مدد ڏيـن ٿـا. انهن واسطن سان تهذيبي ۽ ثقافتي واسطا پيدا ٿين ٿا ۽ اجنبيت جي پيت پڇڻو پوي.

آها قوم يا تمدن، جيڪا نظريا ۽ خيال تخليق ڪري ٿي، اهـي بدلجندڙ زماني ڪري ختم ۽ بيڪار ٿيو پـون، سندن عملي حيثيت ختم ٿي وڃي ٿي، پر انهن جي تاريخي حيثيت پنهنجي جاءِ تي رهندي آهي. مثلاً: اڄ به ارسطو، افلاطون ۽ سقراط جي نظرين کي ان لاءِ پڙهيو وڃي ٿو تـه جيئن انهن نظرين جي بنياد تـي، زماني جي نين ضرورتن تحت نوان خيال ۽ نظريا تخليق ڪيا وڃن. قديم تهذيبن ۾، ميسوپوٽاميه ۽ مصر ۾ جيڪو رياض، طب ۽ تارن متعلق ڪم ٿيو هـو، ان کـي سمجهڻ کانسواءِ اڄوڪيون تحقيقون اڌوريون آهن ۽ خود اسين به جيستائين انهن قديم علمن جي ڄاڻ نٿا رکون تيستائين موجوده علمن جي ترقي کي چڱي ريت سمجهي نٿا سگهون.

قديم تهذيبن ۽ تمدن جي تخليق ڪيل شين مان اسانکي اهو فائدو ٿيو آهي تہ اسين اڳتي وڌي سگهيا آهيون. جڏهن تعمير جي ماهرن اڳيان يونان ۽ مصر جي تعميرات جا نمونا آيا، تڏهن اهو ممڪن ٿي سگهيو تہ، انهن کي هڪ پاسي رکي نون رستن کي ڳوليو وڃي. اهو ان لاءِ جو جڏهن هڪ شيءِ مڪمل ٿـي وڃي ٿي تہ ذهن ٻي پهلوءَ کان سوچڻ شروع ڪري ٿو. جيئن ڪئميرا جي ايجاد مصوري ۾ حقيقت جـو رنگ پرڻ شروع ڪيو تـہ پوءِ تجريدي آرٽ پيدا ٿيو. اهـڙي ريت قنا ٿيندڙ تهذيبن جـي ورثـي اڳيان وڌڻ جـو رستو جوڙيو ۽ اهڙي نموني اهو تاريخي تسلسل باقي رهيو.

قديم تهذيبن مان انسان ان وقت ئي ڪجهہ سکي سگهي ٿو، جڏهن ڪجهہ علم پويان پاڇي پيل هجي، پـر جيڪڏهن آن ايجاد جي ڪا معلومات ئي نہ هجي تہ آها ايجاد انسان جي ذهن لاءِ هڪ منجهيل معمو بنجي ويندي آهي. بلڪل ائين جيئن مصر جا اهرام تہ رهجي ويا پر آنهن کي تعمير ڪرڻ جو فن ملي نہ سگهيو جنهن

جي ڪري ذهن ان ڪي سمجهڻ ڪان قاصر آهي، اهڙي ساڳي صورتحال مصر جي سمين ۽ موهن جي دڙي جي مُهرن سان بہ آهي. اهڙي حالت ۾ قديم آثار، اوزار ۽ ٻيون شيون پنهنجي اهميت ۽ افاديت وڃائي ڇڏيون آهن ۽ علم ڪان اڻڄاڻائي تاريخي سلسلي کي ٽوڙي ٿي ڇڏي.

انهن ڏکاين هوندي بہ انسان جي اها ڪوشش آهي تہ هو انساني تاريخ کي جوڙي ۽ هڪ اهڙي انسانيت واري تمدن کي تخليق ڪري جنهن ۾ هر نسل ۽ هر قوم جو ورثو شامل هجي. چوتہ دنيا جي ڪابہ هڪ قوم يا تهذيب انسانيت جي علمبردار نٿي ٿي سگهي. پر انهيءَ جي ترقي ۽ تعمير ۾ هر قوم جو برابر حصو پئي آهي. قومون ايندون ۽ وينديون رهنديون، تهذيبون ٺهنديون ۽ ڊهنديون رهنديون پر گڏيل نموني انساني تهذيب ترقي ڪندي رهندي.

# مذهب ڇو ٿا تبديل ٿين؟

هڪ ڊگهي عرصي تائين فقط تاريخ ۾ سياست جي حصي تي زور ڏنو ويندو هو جنهن ڪري تاريخ محض ماضي جي سياست بنجي ويئي. هاڻي تاريخ جو موضوع ان لاءِ وسيع ٿيندو ٿو وڃي جو هن وقت معاشري جي ٻين پهلوئن تهذيبي ۽ ثقافتي شاخن تي به تحقيق ٿي رهي آهي. انهيءَ تحقيق ۾ ان ڳالهه تي زور ڏنو ٿو وڃي ته، معاشري ۾ روايتن، ريتن رسمن ۽ عقيدن جو ظهور ڪيئن ٿيو؟ ڪهڙين ضرورتن هيٺ انهن ادارن جي تخليق ٿئي ٿي ۽ پوءِ ڪيئن انهن ۾ تبديليون اچن ٿيون؟ تاريخ ۾ تبديلي جو سبب، معاشري ۾ ٿيندڙ تبديليون ۽ ضرورتون آهن، جيڪي ڪنهن روايت يا اداري کي هڪڙي حالت ۾ رهڻ نٿيون ڏين. جڏهن معاشري ۾ روايتن ۽ ادارن جو ابتدائي مطالعو ڪيو وڃي ٿو، ته ڪهڙن مرحلن تي، ڪهڙن مفادن ۽ ضرورتن هيٺ تبديليون آيون. ته اهو مطالعو ذهن کي هڪ نئون شعور ۽ روشني بخشي ٿو ۽ انهيءَ روشني جي مدد سان تاريخ جي ڏاکاڻ کي چڱي ريت سمجهي سگهجي ٿو.

انهي بنياد تي جيڪڏهن مذهب جي ارتقا جو مطالعو ڪيو وڃي ته، مذهب ۾ ٿيندڙ تبديلين طرف اشارو ڪري سگهجي ٿو ته هيءَ تبديلي ڪهن مرحلي تي ٿي. ڇوته ان سوال جو جواب اسانکي معاشري جي تبديلي مان ئي ملي سگهندو. ڇوته جيئن جيئن ضرورتون بدلبيون رهيون ته مذهبي عقيدا ۽ روايتون به ڦرنديون رهيون. انهي سوال جو جواب شروعاتي عيسائيت مان ملي ٿو. هي مذهب روم جي سگهاري سلطنت جي ڇانو ۾ آيريو، رومي معاشري جي مظلوم ۽ غريب انسانن کي هن مذهب ۾ ان لاءِ وڏيڪ ڪشش پيدا ٿي جو انهيءَ موجب ته، ظلم کي برداشت ڪريو، ان جو اجر اڳيئن جهان ۾ ڏاڍي ڀرپور نموني سان توهانکي ڏنو ويندو. پاڻ ۾ محبت

۽ ڀائيچارو قائم ڪريو- ظلم ڪان پاسو ڪريو، پر جيئن ئي اهو مذهب حڪمرانن اختيار ڪيو ته ونن سياسي طاقت اچي ويئي، انهن حڪمرانن انسانيت جي سبق کي هڪ پاسي رکي جنگيون ڪيون ۽ قتلام ذريعي پنهنجي سياسي خيالن جي تڪميل ڪئي.

اهڙي تبديلي اسانکي اسلام ۾ نظر اچي ٿي. اسلام جو ابتدائي زمانو سادگي، جمهوري ۽ حريت جي قدرن سان ڀريل هو. پر جڏهن شام ۽ ايران جي فتح ٿي ته بادشاهت قائم ٿي ته دين جي عالمن ان کي اسلامي قرار ڏنو، سندن خيال هو ته بادشاهت کانسواءِ معاشرو انتشار ۽ گهرو ويڙهه ۾ وڪوڙجي ويندو. جڏهن عباسي خاندان ۽ سندس سلطنت جو زوال ٿيو ته ننڍيون ننڍيون سلطنتون وجود ۾ اچڻ لڳيون. ته انهيءَ موقعي تي اِها فتويٰ ڏني ويئي ته، جيڪڏهن ڪو پنهنجي غلط طاقت ذريعي سلطنت تي قبضو ڪري وٺي ته ان کي ميڄڻ گهرجي ڇوته اِن وٽ طاقت آهي. اهڙي ريت سياسي نظامن جي تبديلي ٿيڻ سان گڏ فتوائون به بدلبيون رهيون، ايستائين جو اڄ آمر طرز جي حڪومت ۽ جمهوري طرز حڪومت پنهي لاءِ مذهبي جواز موجود آهن.

اهڙي ريت مذهبي روين ۾ تبديلي فقط سياست ۾ نه آئي پر زندگي جي ٻين پهلوئن ۾ به ضرورت تحت مذهب کي بدلايو ويو. انهي سان گڏ اهو به ٿيو جو، جيڪڏهن مذهبي تعليم يا عقيدا ڪنهن گروهه يا جماعت لاءِ ڏکيا ثابت ٿيا ۽ انهن اهو محسوس ڪيو ته انهن رنڊڪن ڪري هو اڳيان نٿا وڌي سگهن ۽ نه ئي ترقي ڪري سگهن ته هو پنهنجو نئون فرقو ٺاهي ٿا ونن ۽ پنهنجين ضرورتن هيٺ مذهبي تعليم ۽ عقيدن کي تبديل ڪري وٺن ٿا، اهڙن فرقن کي ترقي پسند فرقا چيو ويندو آهي. فرقن ٺهڻ جو ٻيو سبب هي به هوندو آهي ته، جڏهن ڪا جماعت اهو ڏسي ٿي ته ٻي جماعت جيڪا اڪثريت ۾ آهي اها پنهنجي مفاد خاطر مذهب کي پنهنجي مرضي سان ڦيري رهي ته ٻي جماعت انهيءَ کان ڌار ٿي اصلي مذهب جو پرچار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، انهن کي

وري 'قدامت پسند فرقا' ڇيو ويندو آهي. اڄ به آمريڪا جي ڏورانهن علائقن ۾ اهڙا عيسائي فرقا آهن جيڪي ريڊيو، ٽي- وي ۽ بجلي جو استعمال قطعي ڪونه ڪن ۽ نه ئي وري موٽر گاڏين يا ٻين ٽيل ايجادن مان ڪو فائدو ٿا حاصل ڪن، سندن اِها ڪوشش هوندي آهي ته، قديم زماني جي زندگي جيڪا هو گهاري رهيا آهن، سا جديد ترقين کان پري هجي.

اهي ٻئي فرقا يعني 'ترقي پسند' ۽ 'قدامت پسند'، مذهب سان بغاوت نه ڪندا آهن، بلڪ جيڪي اڪثريتي فرقا هوندا آهن انهن کان الڳ هوندا آهن. ترقي پسند فرقي وارا، مادي لحاظ کان ترقي ڪن ٿا ۽ دنيا جي ڏنڌي ۾ ڀرپور حصو وٺن ٿا. پر قدامت پسند فرقي وارا، پنهنجن عقيدن ۽ روايتن کي تحفظ ڏيڻ لاءِ شهرن کان ٻاهر، ڏورانهن علائقن ۾ وڃي رهندا آهن ڪين دنيا ۾ ترقي ڪرڻ جي ڪا خواهش نه هوندي آهي. وٽن نجي ملڪيت جو ڪو تصور نه هوندو آهي، ۽ بغير اشتراڪ (گڏيل) جي هو پنهنجي وجود کي برقرار رکي نه سگهندا آهن؛ هي مادي ترقي کان وڌيڪ روحانيت تي زور ڏيندا آهن.

اهڙي ريت هر مذهب ۾ به ڌار ڌار خيال رکندڙ ماڻهو هوندا آهن. هڪ آهي جيڪي مذهب کي اصلي رنگ ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن انهيءَ ۾ وچولي طبقي جا پڙهيل لکيل ماڻهو هوندا آهن. انهن جي مقابلي ۾ وري غريب عوام هوندي آهي، جن جي زندگي مسئلن ۽ محرومين سان ڀريل هوندي آهي. اهي انهي حالت ۾ نه هوندا آهن جو مذهبي تعليم جي پوئواري ڪري سگهن، جيئن امير پنهنجين عورتن کي پردي ۾ ويهاري سگهن ٿا ۽ نوڪرين کان پري رکي مردن کان ڌار ڪري سگهن ٿا. پر ان جي برعڪس غريبن جون عورتون پردي جي پابنديءَ ۾ نٿيون رهي سگهن، ڇوته کين گهر کان ٻاهر نڪري محنت مزدوري ڪرڻي ٿي پوي. غريب ماڻهو عبادت جي فرضن جي پابندي ان لاءِ نٿو ڪري سگهي جو وٽس محنت مزدوري جي ڪري وقت نه هوندو آهي. زڪوات، صدقو

۽ خيرات ان لاءِ ننڍو ڏيئي سگهي جو ونس ايترا وسيلا نـہ هوندا آهن. ان لاءِ غريبن جـو مذهب انهن جي ضرورت مطابق ٺهي ٿـو، جنهن ۾ پيرن فقيرن جي درگاهن تي وڃڻ، باسون باسڻ، نذرانا ڏيڻ، پڙ وجهڻ ۽ ٻيو ڪجهہ شامل هوندو آهي.

اسانکي هر مذهبي فرقي جي سڃڻ وارن جي خبر انهن جي طرز زندگي سان پوي ٿـي. واپاري طبقو جيڪو پنهنجي سڄي عمر ۾ بي‌ايمانيون ڪري ٿو، سو بہ اهڙي فرقي ۾ وڃي ٿـو، جتي پير فقير هجن، جيئن انهن جـي خدمت چـاڪري ڪري پنهنجا گناهہ ڌوئي پاڪ ٿي وڃي.

هڪ شخص ڪهڙي ريت، مذهب کـي پنهنجين ضرورتـن تحت تبديل ڪري ٿو. ان جو مثال ’فتاوي‘ جي ڪتاب ’باب الحيل‘ سان ڏيئي سگهجي ٿو. هن موجب، جهڙي ريت ڪنهن مذهبي حڪم کي بهاني ذريعي پورو ڪيو وڃي. مثلاً: اڪبر بادشاهہ جي صدر-الصدور، زڪوات کان بچڻ لاءِ هي بهانو ڳوليو هو تـہ، هو سال جي ختم ٿيڻ کان اڳ پنهنجي سڄي ملڪيت، پنهنجي زال جي نالي ڪري ڇڏيندو هو ۽ سال ختم ٿيڻ کانپوءِ واپس وٺي ڇڏيندو هـو. اهڙي قسم جون ڳالهيون گهڙو ڪري سيٺين متعلق چيون وينديون آهن. هو زڪوات جـي رقم، اناج جـي ٻورين ۾ لڪائي ڪنهن غريب کي ڏيئي ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ اها ٻوري ان غريب کان خريد ڪري وٺندا آهن ۽ اهو عمل اهڙي ريت ڪندا آهن جيئن غريب کي ان متعلق ڪا خبر نہ پوي.

وقت سان گڏ بهانن جو تعداد ۽ طريقو بدلجندو رهي ٿـو، جيڪڏهن مذهب پاڻ نـہ بدلجي تـہ ماڻهو بدلائي وٺندا آهـن ۽ پنهنجين ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن.

# اسلامي تاريخ ڇا آهي؟

اسلامي تاريخ جي اصطلاح کي، موجوده دؤر ۾ يورپي محققن استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. انهن ۾ اها دلچسپي تڏهن بيدار ٿي، جڏهن هنن ايشيا آفريڪا جي مسلمانن کي پنهنجين نين آبادين ۾ آباد ڪيو. اسلامي تاريخ، زبان، مذهب ۽ ثقافت کي گڏ ڪرڻ وقت، هنن وٽ ٻه رجحان هئا، جن مان هڪ سياسي ماڻهن متعلق هو، جيڪي پنهنجي سياسي سمجهه کي وڌائڻ خاطر انهي جو مطالعو ڪرڻ پيا چاهين، جيئن ان مطالعي جي مدد سان انتظامي ضرورتن کي پورو ڪري سگهجي..... ٻيو رجحان مذهبي هو..... انهي رجحان تحت، عيسائي مشينري انهن ملڪن جي تاريخ، زبان ۽ ثقافت متعلق معلومات گڏ ڪري عيسائيت جو پرچار ڪرڻ پيا گهرن. انهي سلسلي ۾ تاريخ سندن مددگار ٿي سگهي ٿي. ڇوته انهي ذريعي هو مذهب جي ڪمزورين جي ڄاڻ حاصل ڪري سگهيا ٿي ۽ پوءِ انهن ڪمزورين تي طاقتور حملا ڪري سگهيا ٿي.

يورپ جي يونيورسٽين ۾ شروعاتي محققن جو واسطو عيسائي مشينري سان هو. ان لاءِ آهي مذهبي خيال ڪ ان اسلام جي ڪمزورين جو مطالعو ڪري رهيا هئا. ان ڪري انهن رسول الله جي شخصيت تي اعتراض ڪيا ۽ اسلام ۾ عورتن جو درجو، غلامي جا ادارا ۽ ٻين اهڙن قسمن جي موضوع تي ڪتاب تحرير ڪيا. جيئن ته انهن مسلمانن جي ابتدائي کي شروع ۾ ”محمڊن ازم“، ”محمڊن پيوپلز“ ۽ ”محمڊن اسٽيٽز“ جو نالو ڏنو، ڇوته هيل تائين وڏا مذهب پنهنجي بانين جي نالي سان مشهور آهن. جيئن عيساعيت، ٻڌ مت، جين مت وغيره. پر جڏهن اڳيان هلي ان نالي تي اعتراض ٿيا ته پوءِ انهن ”اسلامي تاريخ“ يا ”مسلمانن جي تاريخ“ جي اصطلاح کي استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. پوءِ انهيءَ اصطلاح کي مسلمانن جي جديد تعليم واري طبقي استعمال ڪرڻ

شروع ڪيو ۽ جڏهن جلال الدين افغاني جهڙن اسلام ازم يا مسلم قوميت واريون تحريڪون هليون ته انهن لاءِ اها اصطلاح فائدي واري ثابت ٿي.

جيڪڏهن ڏسجي ته، تاريخ نويسي ۾، مسلمان مورخن ڪٿي به اسلامي تاريخ جي اصطلاح ڪي استعمال نه ڪيو آهي، پر هر مورخ پنهنجي دؤر جي تاريخ کي حڪمران خاندان جي نالي سان منسوب ڪيو آهي. انهي ۾، يعقوبي، الطبري، المسعودي، ابن اثير، ابن ڪثير ۽ ابن خلدون آهي نالا آهن جن جي تاريخ حاڪمن جي نالن سان منسوب آهن. انهن مسلمانن خاندانن جي زماني ۾، انهن جي سلطنت ۾ رڳو مسلمان ئي سندن رعيت نه هئا، بلڪ عيسائي، يهودي ۽ پارسي به شامل هوندا هئا. ۽ جيڪي به تهذيبي ۽ ثقافتي سرگرميون ٿينديون هيون انهن ۾ سڀ گڏ هوندا هئا. عباسي دؤر حڪومت ۾ جيڪي يونان ڪان ترجما ٿيا، انهن کي ترجمي ڪرڻ وارا عيسائي هئا. انهي دؤر يا پين حڪومتي دورن ۾ اسپين دربار ۾ يهودي عالمن ۽ منتظمين جي وڏي هلندي پڄندي هئي.

دنيا جي جنهن جنهن حصي ۾، مسلمان حڪمران خاندان پنهنجون حڪومتون قائم ڪيون، اتي مقامي تهذيب و ثقافت انهن تي گهرا اثر مرتب ڪيا جيئن شام ۽ ايران ۾ بازنطيني، ايران ۾ قديم ايراني ۽ چين و انڊونيشيا ۾ چيني، انهن علائقن هنن جي لباس، رسمن ۽ رواجن تورڙي ڪاڏي ويٺي ۾ به ڏاڍيون تبديليون آنديون. انهي ڪري، انهي دؤر ۾، عرب قوميت جي اثر هيٺ جيڪا تاريخ لکي ويئي، جنهن کي "اسلامي" بدران "عرب دؤر" چيو ويو ۽ انهي دؤر ۾ فتحون ۽ ڪاميابيون حاصل ٿيون هيون اُن کي عرب تمدن ۾ شامل ڪيو ويو.

جڏهن، عراق، شام ۽ مصر جي قديم تهذيبن جا آثار کوليا ويا ته انهن کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ، انهن ۾ قوم‌پرستي جا جذبا اڀريا ۽ اُن وقت جيڪا تاريخ لکي ويئي، آها پنهنجي قوم جي سڃاڻپ لاءِ هئي، اِن لاءِ مصر وارا فراعنه جي تهذيب، عراقي ميسوپوٽاميه جي تهذيب ۽ ايراني وارا قديم ڪياني ۽ ساساني دور

ڳي نظر ڪن ٿا. تاريخ جي انهي نئين تشڪيل ۾ عربن جي فتحن کي تاريخ جي سلسلي طور پيش ڪيو وڃي ٿو ۽ ان کانپوءِ انهن جيڪي تاريخ ۾ ڪارناما ڪيا، انهن کي هي پنهنجي قوم جي نالي سان ياد ڪن ٿا. جيئن سلطنت عثمانيه ۽ سلطنت صفويه کي ترڪ ۽ ايراني، قومي ۽ نسلي نگاهه سان ڏسن ٿا ۽ انهن واقعن لاءِ هو اسلامي لفظ استعمال ڪونه ٿا ڪن.... بلڪل اهڙي قسم جي صورتحال هندوستان جي تاريخ جي به آهي. هن ۾ به مسلمان حڪمران خاندانن جي عهد کي 'مسلم دور حڪومت' چيو ويو. خود ان دور جي مورخن به انهن دورن کي ڪٿي به اسلامي يا مسلمانن جي دور جي نالي سان نه سڏيو آهي بلڪ، غزنوي، غوري، خلجي يا تغلق خاندانن جي نالي سان تحرير ڪيو آهي. هونئن به هندوستان ۾، مسلمانن جي اڪثريت ڪڏهن به نه رهي آهي ۽ نه ئي وري مسلمانن ڪڏهن سڄي هندوستان تي حڪومت به ڪئي آهي.

انهي وانگر "مغل دور حڪومت" جي اصطلاح کي غلط نموني مشهور ڪيو ويو. ڇو ته انهن جو واسطو 'مغلن' سان نه هو بلڪ اهي نسلي طور تي "ترڪ" هئا. امير تيمور جو تعلق 'برلاس' قبيلي سان هو. ها اهو ضرور هو جو هنن چنگيزي خاندان سان شاديون ضرور ڪيون هيون، پر رهيا ترڪ. اصل ۾ 'فرشته' پهريئن دفعو انهي خاندان کي 'مغل' چيو، پر ان جي برعڪس خود مغل مورخن، ڪڏهن به انهيءَ لفظ جو استعمال نه ڪيو، بلڪ انهن "شاهان تيمور" جو اصطلاح ڪم آندو ۽ ان کانپوءِ جي مورخن "شاهانه چغتائي" جو اصطلاح پڻ ڪم آندو جيڪو غلط هو. دراصل مغل لفظ کي مشهور ڪرڻ ۾، يورپي سياحن جو وڏو هٿ هو، ڇو ته هنن مغلن ۽ ترڪن ۾ ڪو خاص فرق محسوس ڪين ڪيو پر هنن، انهن کي "گريٽ مغول" جو لقب ڏنئي، انهن جي دولت ۽ شان و شوڪت جا اهڙا قصا جوڙيا جو اصل اهو لفظ مغلن لاءِ علامت بڻجي ويو. ظلم ته اهو ٿيو جو، بابر، انهن مغلن کان سخت

بيزار هو جيڪي سنڌ ۾ فوج ۾ هئا. بابر پنهنجي تزڪ ۾ ڪين جاهل ۽ غير مهذب چيو آهي، ۽ اهوئي نالو انهي خاندان جي لاءِ عزت جو سبب بنجي ويو آهي. انهيءَ ڪري 'صلاطين' يا 'مغل عهد' کي 'اسلامي دؤر' چوڻ هڪ تاريخي غلطي آهي، ڇو ته پنهي دؤرن جي تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت ڌار ڌار رهي ۽ انهن ڪڏهن به اها دعويٰ نه ڪئي ته سنڌ دور، اسلامي آهي.

انهي خيال کان، اسلامي فن تعمير، اسلامي مصوري، اسلامي موسيقي وغيره جا اصطلاح تاريخي لحاظ کان غلط آهن. ڇو ته هر ملڪ جي تهذيب و تمدن، آب و هوا، جاگرافيائي ماحول ۽ سياسي توڙي معاشي حالتن ڪري ڌار ڌار ٿيندو آهي، اِن ڪري انهن مختلف دؤرن کي، ائين گڏي ڇڏڻ، تاريخ جي عمل کي سمجهڻ ۾ فاش (بد ذات....) غلطي ڪرڻ آهي. ان لاءِ ضروري آهي ته، هر علائقي جي تهذيب ۽. ثقافت جو مطالعو اڪائي جي صورت ۾ ڪرڻ گهرجي ۽ ائين ڪرڻ سان ارتقا ۽ ترقي جي صحيح خبر پوي ٿي.

# تاريخ ۾ قومن جو ميلاپ

تاريخ ۾ قومون، قبيلا ۽ گروهه هڪ علائقي کان ٻئي علائقي تائين هجرت ڪندا آباد ٿيندا رهيا آهن.... جهڙو وقت هو جڏهن زمين گهٽي هوندي هئي ۽ ذريعا گهٽيا هئا تہ انهن گروهن ۽ جماعتن ۾ ٽڪر تمام گهڻو ٿيندو هو. پر جڏهن ڪنهن هڪ قبيلي جهنگل وڍي، ٻوٽا ڪٽي صاف ڪري، ان کي آباديءَ لائق بڻايو، هاڻي جيڪڏهن ڪو ٻيو قبيلو يا گروهه ان زمين تي قبضو ڪرڻ چاهيندو هو تہ پوءِ مقابلو ڏاڍي زورن جو ٿيندو هو.... اها ساڳي صورتحال اڳيان هلي قومن، ملڪن ۽ سلطنتن کي پيش آئي. ظاهر آهي، اها ملڪيت جيڪا ڪنهن جي قبضي ۾ هجي تہ اهو ڪنهن بہ شڪل ۾ اهو نہ چاهيندو تہ ڪو ٻيو ان تي قبضو ڪري. پر ٻئي پاسي قطري، سماجي ۽ معاشي مجبوريون بہ هيون جيڪي نون علائقن طرف هجرت ڪرڻ لاءِ مجبور ڪنديون هيون، اهڙي صورتحال ۾ مقامي ۽ آيل ماڻهن ۾ ٽڪر ٿيندو هو.

جيڪڏهن مقامي ماڻهو ڪمزور هوندا هئا تہ آيل انهن جو قتلام ڪري زمين تي قبضو ڪري وٺندا هئا. آمريڪا، آسٽريليا ۽ نيوزي لينڊ ۾ بہ ائين ٿيو. اصل مالڪن کي ماري سندن آبادي کي گهٽايو ويو جيئن سفيد قامن سان مزاحمت نہ ڪري سگهن. انهيءَ جي نتيجي ۾ رت وهائيندڙ جنگيون ٿيون جنهن جي ڪري آيلن کي مقامي ماڻهن جو حصو قبول ڪرڻو پيو.

جڏهن قتلام ۽ جنگين جو دؤر ختم ٿو ٿئي تہ پوءِ جيڪو ٻيو دؤر اچي ٿو تہ ان ۾، آيل ۽ مقامي ماڻهن وچ ۾ ميل ميلاپ شروع ٿئي ٿو. گڏيل ڪاروبار، نظرين ۽ خيالن جي ڏي وٺ ٿئي ٿي ۽ فضا ۾ ڀائيچاري جي خوشبو ڦهلجي ويندي آهي.

هندوستان ۾ جڏهن آريا آيا، تہ سندن مقابلو هتي جي قديم

قوم دراوڙن سان ٿيو. اهو مقابلو ڏاڍو سخت هو ۽ آريه مسلسل دراوڙن کي پوئتي ڌڪيندا رهيا، پر جڏهن جنگ ۽ جدل جو دور ختم ٿيو، روايتن هڪ ٻئي کي متاثر ڪيو. مذهبي ۽ فلسفيانه هم آهنگي کي ڦهلايو ويو. مثلاً: جڏهن آريا هندوستان ۾ آيا ته سندن معاشرو پدري هو جنهن ۾ مرد کي عورت تي فوقيت هئي ۽ سندن سڀ ديوتا مرد هئا پر دراوڙن تي عورتاڻي معاشري جو اثر غالب هو جنهن ڪري سندن مذهب ۾ ديوين جو مرتبو وڏو هو. جڏهن ميل ميلاپ جو عمل شروع ٿيو ته، آريا ديوتائن جون شاديون، دراوڙ ديوين سان ٿيڻ لڳيون. لڪشمي، درگا، ڪالي ۽ پاروتي کي وڏو درجو مليو ويو ايستائين جو ڪاروڪرشن، هندو معاشري جو عظيم ۽ محبوب ديوتا بڻجي ويو. ’ڪرشن جي مهاراج‘ جي حيثيت اُن پل وانگر آهي جنهن ڪاري ۽ اڇي رنگ کي پاڻ ۾ ملائي ڇڏيو. ڏکڻ هندوستان وارو علائقو اڳيان هلي ٻڌ مت جو مضبوط قلعو بڻجي ويو، جتي ويد جي روايتن جو تحفظ ڪيو ويو ۽ انهي مان شنڪر آچاريه جو ويدانت فلسفو ۽ ڀڳتي تحريڪ جي شروعات ٿي.

ميلاپ جي انهي عمل ۾ هڪ ڏکيو عرصو لڳي ٿو، ڇو ته ٻن مخالف ثقافتن کي پاڻ ۾ گڏجڻ لاءِ ڏکي وقت جي ضرورت هئي، هڪ ٻئي کي سمجهڻ لاءِ ذهن کي تبديل ڪرڻو پوي ٿو، انهيءَ عمل ۾ ٻنهي ثقافتن کي پنهنجو هڪ وڏو حصو قربان ڪرڻو پوي ٿو، ڇو ته آهي سڀ روايتون ۽ ادارا، جيڪي انهيءَ ميلاپ جي رستي ۾ رنڊڪ وجهن ٿا انهن کي ختم ڪرڻو هوندو آهي، انهيءَ جي نتيجي ۾ عقيدا، روايتون ۽ رسم و رواج تبديل ٿين ٿا ۽ ان سان گڏ هڪ نئون مزاج جڙي ٿو جيڪو هڪ ارتقائي عمل جي روپ ۾ هوندو آهي جيڪو تمام آهستي آهستي اڳيان وڌندو آهي.... شروع ۾ انهيءَ عمل ۾ انهيءَ لاءِ دير ٿيندي هئي جو آمدورفت جي ڏورائي هئي، نظرياتي زباني ۽ سينه به سينه پکڙجندا هئا، پر انهن سڀني ڏکاين جي باوجود هڪ گڏيل هندوستاني ثقافت جي تشڪيل ٿي.

هندوستان ۾ آرين کانپوءِ به گهڻيون قومون آيون جن ۾

شاڪا، ڪشن، پارٿي، اسڪاٿي، يوناني ۽ منگول هئا، پر انهن جو دائرو فقط اتر-اولهه جي سرحدن ۽ اتر هندوستان تائين محدود هو ۽ اتي ئي جنگين ڪانپوءِ ختم ٿي ويا، انهيءَ ڪري اتر-اولهه واري سرحدي علائقي ۾ ذات پات جو نظام ايترو سخت نه رهيو جنهن جي ڪري عورت کي وڌيڪ آزادي نصيب ٿي.

جڏهن ترڪ ۽ افغان هندوستان ۾ آيا ته اهي ان معاشري لاءِ ڪو ڌارئو نه هو ڇو جو انهن کان پهريان به ڪيترن ئي ٻين ڌاريون قومون اتي ايندڙيون رهيون هيون ۽ محمود غزنوي جي حملن کان وٺي، اتر هندوستان ۾ انهن جي آباد ٿيڻ تائين جو عرصو ٻن سالن تي ڦهليل آهي، جنهن ڪري هندوستانين لاءِ اهي ماڻهو اوپرا نه هئا. البته انهن کي سياسي سگهه نه ڏيڻ جي ڳالهه اڳيان رکي راجپوتن انهن سان خوني مقابلا ڪيا. انهن مقابلن ۾ ڪامياب ٿيڻ ڪانپوءِ، ترڪ ۽ افغان هتي پنهنجون بستيون ڏاهي آباد ٿي سگهيا. انهيءَ ڪانپوءِ جڏهن مغل هڪ ڌار نسلي جماعت جي حيثيت سان هندوستان ۾ آيا، ته انهن کي روڪڻ لاءِ راجپوت ۽ افغان ٻئي گڏجي ويا. 'پاڻي پت' ۽ 'ڪنواهه' جي جنگين ۾ ٻئي گڏجي مغلن خلاف وڙهيا. ڇوته مغلن انهن ٻنهي جي مفادن کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو هو. ان لاءِ تاريخ ۾ ائين به ٿيندو آهي.

مغلن جي ڪاميابي ڪانپوءِ، راجپوتن ۽ افغانن کي، انهن لاءِ جاءِ ڇڏڻي پيئي ۽ اهڙي طرح وري اهوئي عمل دهرايو ويو، خوني جنگيون ۽ پوءِ وري ثقافتي ميل ميلاپ، جنهن جي نتيجي ۾ اهڙيون تحريڪون نروار ٿيون، جن هندوستان جي ماڻهن کي مذهب، رنگ ۽ نسل، ذات پات کان مٿي ٿي گهڻي ۽ ميل ميلاپ جو سوچيو. اتر هندوستان جي ڀڳتي تحريڪ ۽ صوفيت جو 'وحدت الوجود' جو فلسفو انهي جي هڪ ڪڙي آهي.

هندوستان ۾ سڀني کان پڇاڙي ۾ جيڪي قومون آيون آهي يورپي هيون، جيئن ته اهي واپارين جي حيثيت سان آيا هئا ۽ سندن تعداد تمام ٿورو هو ان لاءِ اهي به هندوستان جي ثقافت ۾ گڏجي

وياء پر جيئن جيئن سندن سگهه وڌندي ويئي تہ هي هندوستان جي معاشري کان بہ ڌار ٿيندا ويا ۽ جڏهن پوري طرح سياسي اقتدار حاصل ڪري ورتائون، تہ هنن مغربي تهذيب ٿاڦڻ جي ڪوشش ڪئي پر پاڻ کي هندوستانين کان ڌار رکيائون. ڪنٽونمنٽ ۽ سول لائنز جهڙا علائقا ٺاهي اتي رهڻ لڳا، پنهنجو کاڌو، زبان ۽ لباس ڌار رکيائون ۽ ٻين قومن جي شادين مرادين ۾ پڻ شرڪت نہ ڪيائون.

جيئن تہ مسلمانن کي پنهنجي ڌار سڃاڻپ رکڻ جو خيال هو ان لاءِ هو هندو معاشري ۾ جذب ٿي نہ سگهيا. جيئن تہ هي اقليت ۾ هوندا هئا ان لاءِ پاڻ کي غيرمحفوظ سمجهندا هئا ان لاءِ پاڻ ۾ گڏجي رهڻ ضروري سمجهندا هئا جيئن سندن تحفظ ٿي سگهي. مسلمانن جي انهيءَ سڃاڻپ کي برقرار رکڻ لاءِ عالمن عملي طور تي وڏو ڪم ڪيو، جنهن ڪري معاشري ۾ سندن عزت وڌي، انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو مسلمان معاشري ۾ قدامت پسندي جي روايت سگهاري ٿيندي ويئي. هر نئين شيءِ جي مخالف ان لاءِ ڪئي ويئي تہ، جيئن پراڻي سڃاڻپ برقرار رهي ۽ ڪا تبديلي نہ اچي، ان لاءِ عالم مسلسل هندو رسمن جي خلاف وعظ ڪندا رهيا. اها حالت تڏهن بہ هئي جڏهن يورپي تعليم ۽ ثقافت کي روڪيو ويو محض ان لاءِ تہ مسلمان پنهنجي سڃاڻپ وڃائي ويهندا. جڏهن ڪنهن قوم ۾ پنهنجي تشخص کي قائم رکڻ جو مسئلو ايتري سختي سان موجود هجي تہ پوءِ قومن ۾ گڏجڻ جو عمل بيهي رهي ٿو ۽ تعصب ذهنن ۾ آيرڻ لڳي ٿو. جڏهن تہ تشخص هڪ بيٺل شيءِ جو نالو ناهي پر قومن ۾ اهو هڪ تبديل ٿيندڙ عمل آهي، جيڪي روايتون اڄ سڃاڻپ جي نشاني بڻيل آهن آهي سي اڳتي تبديل ٿي وينديون ۽ انهن جي جاءِ ٻيون روايتون والارينديون آهن. جيڪڏهن انهي عمل کي روڪيو وڃي تہ معاشرو هڪ هنڌ ڄمي ويندو.

# تاريخ جو خاتمو

اڄڪلهه اهو سوال اٿاريو وڃي ٿو تہ، ”ڇا ڪو اهڙو وقت ايندو جڏهن تاريخ جو خاتمو ٿي ويندو؟“ مذهبي خيال کان ان سوال جو جواب هن ريت ڏيئي سگهجي ٿو تہ، ’ڪائنات، جنهن ۾ انسان رُلي آهي، ان جي ابتدا ۽ انتها آهي. هڪ وقت ايندو جڏهن هيءَ ڪائنات ۽ انسان بہ ختم ٿي ويندا، ۽ اهڙي ريت تاريخ جو بہ خاتمو ٿي ويندو. ۽ ان کانپوءِ جيڪا بہ زندگي هوندي اها تضادن کان خالي هوندي. اُن ۾ اهو سڀ ڪجهہ ملندو جيڪا انسان جي خواهش هوندي، ان لاءِ دنيا ۾ تاريخ جي ڪا ضرورت ئي نہ رهندي، ڇوتہ اهي سڀ طاقتون جيڪي تاريخ ساز آهن، انهن جو اتي وجود ئي نہ هوندو.‘

انهيءَ کانسواءِ مذهب ۾ تاريخ جي خاتمي جو هڪ ٻيو تصور بہ آهي، اهو هي تہ: هر مذهب پنهنجي ابتدائي زماني ۾، مذهب جي تعليم ۽ عقيدن تحت هڪ مثالي معاشرو قائم ڪيو هو، پر پوءِ اهو معاشرو خراب ٿيڻ لڳو ۽ سندس شرافت تي ڪارا داغ ٿيڻ لڳا، انهيءَ تاريخ جي نئين عمل معاشري کي خراب ڪري ڇڏيو. ان ڪري اهي پوءِ جي تاريخ کي خراب ۽ خطرناڪ سمجهن ٿا ۽ تاريخ جو خاتمو، مثالي تاريخ کان پوءِ ٿيندڙ عمل کي سمجهن ٿا، اهوئي سبب آهي جو انهن مذهبن کي مڃيندڙن وٽ احياءِ جو نظريو ڏاڍو مقبول آهي، ان لاءِ هو واپس ٿي، انهيءَ گذريل مثالي معاشري کي ٻيهر آڻڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ لڳن ٿا ۽ ان تاريخي عرصي کي ڊاهڻ گهرن ٿا، جيڪو انهيءَ مثالي معاشري کانپوءِ سندن اڳيان هوندو آهي.

هڪ ٻئي نظريي کان تاريخ، انسان ۽ فطرت جي وچ ۾ ٿيل ٽڪرن ۽ ڪشمڪش جو نالو آهي، جڏهن کان اها ڇڪتاڻ شروع

ٿي آهي، تڏهن ڪان انسان انهيءَ فطرت کي ڪنٽرول ڪندو ۽ ڪندو آيو آهي ۽ هڪ ڏينهن اهڙو ايندو جڏهن انسان انهيءَ فطرت کي پنهنجي قبضي ۾ ڪري وٺندو، جڏهن ويڙهه جو اهو ڊرامو ختم ٿيندو ته، تاريخ وٽ پڙهائڻ لاءِ ڪجهه به نه رهندو ۽ انهيءَ وقت تاريخ پنهنجي انتها تي پهچندي.

مارڪسي نظرئي ڪان- تاريخ طبقاتي جدوجهد جي تاريخ آهي، جنهن ۾ انسان، سماج جي مختلف حصن مان لنگهي ٿو ۽ ڪميونزم جي عهد ۾ داخل ٿيندو ۽ ان وقت انساني سماج جا سڀ تضاد ختم ٿي ويندا ۽ اهڙي ريت تاريخ جو خاتمو ٿي ويندو. پر اهو تڏهن ٿيندو جڏهن سڄي دنيا ۾ ڪميونزم اچي ويندو. نه ته ٻي حالت ۾ ڪميونسٽ ۽ غير ڪميونسٽ معاشرن ۾ جدوجهد جاري رهندي.

انساني تاريخ ۾، تاريخ جي خاتمي جا نظريا، دنيا جي هر قوم ۽ هر تمدن ۾ ڏار ڏار آهن. تاريخ ۾ ڪا قوم يا تمدن، انهيءَ حالت ۾ زنده رهي سگهي ٿي، جيستائين هوءَ ڇرپر ۾ هجي، تخليقي صلاحيتن ذريعي انسانيت جي ڀلي خاطر ڪم ڪندي رهي. پر جڏهن ڪا به تمدن پنهنجون تخليقي صلاحيتون وڃائي ويهي ته آها يقيناً ان نقطي تي پهچي وڃي ٿي جتي سندس موت يقيني هوندو آهي ۽ انهيءَ موت سان تاريخ جو به خاتمو ٿي وڃي ٿو. مثلاً: يونانين پنهنجي دؤر ۾ علم و ادب توڙي فلسفي، سائنس ۽ فن ۾ جيڪي ڪارناما انجام ڏنا، اهي هڪ خاص مرحلي تي اچي ختم ٿي ويا جنهن ڪري يوناني تاريخ به پنهنجي انتها تي پهچي ويئي. هونئن يوناني قوم ته اڄ به زنده آهي پر سندس تمدن جي تاريخ جو موت ٿي چڪو آهي. اهڙو ڪجهه رومين ۽ عربن سان به ٿيو ۽ اهڙي تاريخ قديم تمدنن جي به آهي، جن ۾ هندوستان، مصر، عراق ۽ ايران شامل آهن.

تاريخ جي ابتدا ۽ انتها هر قوم جي ڏار ڏار هوندي آهي. اڄوڪي دنيا ۾ ڪيتريون ئي اهڙيون قومون آهن، جيڪي تاريخ ۾ عزت واري جاءِ حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيون آهن.

انهن ۾ فلسطين وارا، ڏکڻ آفريڪا جا ڪارا رهاڪو، ڪرد ۽ آرمينيا وارا آهن جيڪي پنهنجي وطن ۽ حقن لاءِ وڙهي رهيا آهن.... اهي ماڻهو تاريخ جوڙي رهيا آهن ۽ جڏهن اهي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويندا ته شايد انهن لاءِ تاريخ جي انتها ٿي وڃي. پر اِن عمل ڪانپوءِ، انهن جي تاريخ جو هڪ نئون دور شروع ٿيندو جنهن ۾ اهي پنهنجي وطن جي تاريخ تخليق ڪندا.

تاريخ جي خاتمي جو اهو نعرو مغربي تهذيب ۽ تمدن وارن طرفان لڳايو پيو وڃي، انهن جو خيال آهي ته، هو مڪمل ٿيڻ جي مرحلي تي پهچي چڪا آهن ۽ هو اِن هنڌ پهتل آهن جتي ڪين فطرت تي به برتري حاصل آهي، هو پنهنجي ذهانت سان سائنس ۽ سماجي علمن جي چوٽين ڪي به ڇهي ورتو آهي، ان لاءِ انهن جي مقابلي ۾ ڪا به تهذيب ۽ تمدن نه رهي آهي، ان لاءِ هو اها هام هڻن ٿا ته، تاريخ جو خاتمو ٿي چڪو آهي. پر اهو نعرو دنيا جي غريب ۽ پوئتي پيل قومن ۽ طبقن لاءِ موت جو نعرو آهي. ڇوته ان نعري جو مطلب اهو ٿيو ته، هر ڳالهه کي برداشت ڪرڻ گهرجي، ڇو جو تاريخ ته ختم ٿي چڪي آهي. پر دراصل انهن پوئتي پيل مسڪين قومن جي تاريخ ختم نه ٿي آهي بلڪ انهن جي تاريخ انهن جي جدوجهد سان گڏ هلي رهي آهي.

.... ٿي سگهي ٿو ته تاريخ جي ڪڏهن به پڄاڻي نه ٿئي، ڇوته تاريخ جو واسطو انسان سان آهي ۽ انسان جي فطرت ۾، جيڪا ڳولها جي سوچ آهي. بهتر کان بهتر جي، اها انسان کي سدائين چرپر ۾ رکندي. نوان مسئلا ۽ اختلاف جنم وٺندا رهندا ۽ انسان انهن کي حل ڪرڻ ۾ لڳو رهندو. انهيءَ عمل ڪري تاريخ ٺهندي رهندي ۽ اڳيان وڌندي رهندي ۽ جيئن جيئن انسان ۽ سندس معاشرو بدلبو رهبو، تيئن تاريخ به نون روپن ۾ تبديل ٿيندي رهندي.

# مزدورن جي تاريخ ڪهڙي نموني لکي وڃي؟

ڪلاسيڪي سوشل ازم ۾ مزدور 'انقلاب' جي علامت آهي؛ پر ان ۾، هن ڳالهه کي به سمجهيو ٿو وڃي ته، مزدور جن حالتن ۽ روايتن ۾ وڪوڙيل آهي، انهيءَ حالت ۾ ان لاءِ استحصالي قوتن کي سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. مزدورن ۾ سياسي شعور پيدا ڪرڻ جو ڪم دانشورن ۽ مفڪرن جو هوندو آهي، جيڪي هڪ سياسي انقلابي پارٽي ٺاهي اهو ڪم ڪندا آهن. ڇوته انهيءَ نظرئي هيٺ ٽريڊ يونين اڪيلي سر، سوشل ازم لاءِ ويڙهه نٿي ڪري سگهي، ان لاءِ جو ان جو دائرو ڏاڍو ننڍو ۽ مختصر هوندو آهي. اها مزدورن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪري انهن کي متحد ڪري ٿي، انهن ۾ نظم و ضبط پيدا ڪري ٿي ۽ هڪ ڌار طبقي جي سڃاڻپ ڏئي ٿي. انهن ۾ هڪ اهڙو انقلابي ذهن پيدا ڪري ٿي جيڪو سرمائيدار نظام خلاف ڪم ڪري ٿو. پر اهي اڪيلا انقلاب نٿا آڻي سگهن.

انهيءَ ڪلاسيڪي سوچ ڪان، مزدورن جي جيڪا تاريخ لکي ويئي، اها به تمام گهڻي مختصر ۽ محدود هئي. ڇوته انهيءَ ۾ مزدورن جي سرگرمين کي فقط ٽريڊ يونين جي دائري اندر تحرير ڪيو ويو ۽ زور ڏيو ان ڳالهه تي ڏنو ويو ته، ٽريڊ يونين ڪهڙن مرحلن تي هڙتالون ڪرايون، ڪهڙا مطالبا ڪيا ۽ مڃرايا. يونين ۾ ڪيترا ٽڪرا هئا، انهن ۾ اختلاف ڪهڙا هئا؟ ڪهڙا ڪهڙا ليڊر انهن جي اڳواڻي ڪري رهيا هئا ۽ انهن جا نظريا ڪهڙا هئا؟ انهن ڪهڙين ڏکين حالتن ۾ مزدورن جي اڳواڻي ڪئي وغيره. اهڙي قسم جي تاريخ مزدورن کي فقط ٽريڊ يونين تائين محدود ڪري ڇڏيو. اها تاريخ پڙهندي ائين ٿو محسوس ٿئي، ڄڻ مزدورن جي مخلوق دنيا کان هڪ ڌار شيءِ آهي، سندن اسانجي

معاشري سان ڪو واسطو ئي ڪونهي، انهيءَ تاريخ مزدور جي انقلابي ڇهري کي رهڙي ڇڏيو آهي. جڏهن مزدورن جي تاريخ کي انهيءَ انداز سان لکيو ويو ته، معاشري جي ٻين طبقن کي ان سان ڪا دلچسپي نه رهي ڇو ته ان ۾ انهن جو ڪو ڪردار ئي نه هو ان لاءِ ان تاريخ جا اثر به محدود حد تائين رهيا.

جن ماڻهن مزدور تحريڪن ۾ حصو ورتو ۽ جن مزدور تحريڪ کي عوامي تحريڪ سان گڏ ڳنڍڻي هلائڻ تي چاهيو، انهن هن ڳالهه تي زور ڏنو ته مزدور تاريخ کي هڪ نئين انداز سان لکڻ گهرجي، جيئن ان ۾ هڪ طبقي بجاءِ سڄو معاشرو نظر اچي. ان لاءِ ان ڳالهه تي زور ڏنو ويو ته، مزدورن جي تاريخ لکڻ وقت ضروري آهي ته، مزدور جي روزانه جي زندگي ۽ ان جي ٽريڊ يونين جي ميمبرشپ سان ڪهڙو تعلق آهي. معاشري ۾ جيڪي تبديليون اچن ٿيون، انهن جو سندس زندگي ۽ ٽريڊ يونين تي ڪهڙو اثر پوي ٿو. مطلب ته مزدور کي معاشري مان ڌنو وڃي ۽ ان کي معاشري مان ڌار نه ڪرڻ گهرجي.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته، مورخ پنهنجي لِک سان انهن کي نه ڏسي، پر هڪ مزدور وانگر ڪيس ڏسڻ گهرجي ته مزدور ڪيئن ٿا سوچين، مٿن جيڪي ظلم ٿين ٿا انهن خلاف انهن جو ردعمل ڪهڙو آهي، هو پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪهڙي ريت ڪن ٿا ۽ اهي ڪهڙيون حالتون هونديون آهن جن ۾ انهن کي پنهنجي سکهه جو احساس ٿئي ٿو. جيڪڏهن تاريخ انهن ڳالهين کي اڳيان رکي، لکي وڃي ته مزدور تحريڪ جو تفصيل ۽ ڀرپور نموني سان تجزيو ڪري سگهبو ۽ ان تاريخ سان عملي طور تي ڪجهه سکي سگهبو.

ڪجهه سياسي رهنما، جن مزدورن جي تحريڪ ۾ حصو ورتو، انهن پنهنجن تجربن ۽ مشاهدن کان پوءِ انهيءَ ڳالهه جي نشاندهي ڪئي ته، مزدورن ۾ پنهنجي مفادن جو شديد احساس ٿئي ٿو، هو انهن مفادن جي حاصل ڪرڻ ۽ انهن جو تحفظ ڪرڻ لاءِ سخت

جدوجهد ڪن ٿا. انهيءَ جدوجهد ڪري منجهن جيڪو شعور پيدا ٿئي ٿو، آها نہ ٽريڊ يونين ۽ نہ وري ڪا سياسي جماعت ئي پيدا ڪري سگهي ٿي. مثلاً: جڏهن ٻہ (Mass) اسٽرائيڪ ٿئي ٿي تہ انهي ذريعي مزدور هڪ انقلابي صورتحال پيدا ڪن ٿا، انهن جي روزاني جي زندگي ۾ جيڪا ساٺ هوندي آهي، انهيءَ ساٺ ۾ لڪيل طاقت جو اظهار انهيءَ اسٽرائيڪ ذريعي ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪا ٽريڊ يونين ۽ سياسي جماعت نہ ٻہ هجي، تڏهن ٻہ اهي پنهنجي جدوجهد جاري رکي سگهن ٿا. ان لاءِ انقلابي دانشورن ۽ مفڪرن جو اهو ڪم ناهي تہ هو انهن جي تربيت ڪن يا باشعور بنائين. پر انهن جو ڪم اهو آهي تہ، اهي پاڻ انهن کان پرائين ۽ پنهنجن نظرين کي انهن جي ضرورت مطابق جوڙين، ڇوتہ مزدورن ۾ شعور ٻاهر جي قوتن سان پيدا ڪونہ ٿو ٿئي پر اهو شعور انهن جي اندر هوندو آهي.

مزدور کي معاشري سان ڌار ڪري ڏسڻ جي ضرورت ناهي، ڇوتہ اهي ٻہ معاشري جو هڪ حصو آهن. انهن جي حيثيت جي لحاظ کان، سندن شعور جي رستي ۾ آهي رنڊڪون هونديون آهن، جيڪي ٻين طبقن ۽ گروهن کي پيش اينديون آهن. انهيءَ ۾ آهي سڀ ادارا، روايتون ۽ قدر اچي وڃن ٿا جن جي وڪڙ ۾ سڄو معاشرو آهي، انهن ۾ قانون جو احترام، ملڪ سان محبت، خانداني ماحول وغيره شامل آهي. جڏهن ٻہ ڪو هڪ انسان انفراديت حاصل ڪرڻ چاهيندو آهي تہ اهي سڀئي ادارا ۽ روايتون سندس راهہ ۾ روڙا اٽڪائينديون آهن، ڇوتہ ماڻهن ۾ اهو احساس پيدا ڪيو ويندو آهي تہ، جيڪڏهن اهي انهن روايتن ۽ قدرن جي پابندي ڪندا تہ کين ان جو صلو ضرور ملندو، ٻار جيڪڏهن ماءُ پيءُ جي اطاعت ڪندو تہ ان جي بدلي ۾ کيس تحفظ ملندو، زال جيڪڏهن مڙس جي وفادار هوندي تہ کيس معاشي سڪون مهيا ٿيندو، انهن ڳالهين جو نتيجو اهو ٿو نڪري تہ ذهن انهن روايتن کي قبول ڪري وٺي ٿو ۽ کيس انهن ڳالهين ۾ لڪيل استحصالي

طاقتن جو احساس ڪونہ ٿو ٿئي، ان لاءِ انهن خلاف ردعمل بجاءِ ظاهري چيزن جي خلاف ٿي وڃي ٿو ۽ انهن تي ڪاوڙ جو اظهار ڪري ٿو.... ان لاءِ مزدورن جي شروعاتي جدوجهد مشينن جي خلاف هئي، ڇوتہ سندن خيال ۾، مشينون سندن جاءِ وٺي رهيون آهن ۽ کين بيروزگار ڪري رهيون آهن. ۽ انهي ذهنيت جو مظاهرو اڄڪلهہ ٽيڪنالوجي جي مخالف ڪري ڪيو وڃي ٿو. پر جي ڏسجي تہ، ڏوهہ نہ مشين جو هو ۽ نہ ٽيڪنالوجي جو آهي، پر ان معاشري جو آهي جنهن مشين کي پنهنجي لاءِ استعمال ڪيو ۽ اڄ ٽيڪنالوجي کي استعمال ڪري رهيو آهي.

مشين ۽ ٽيڪنالوجي، مزدورن کي واندڪائي ۽ آرام ڏيڻ بجاءِ، سندن ڏکن ۾ واڌارو ان لاءِ ڪيو جو آهي هن نظام ۾ ڪم ڪري رهيون آهن، جتي پيداوار تي ڪنٽرول مزدور جي هٿ ۾ ناهي. ان لاءِ اصل ڪاوڙ مشين يا ٽيڪنالوجي تي نہ اچڻ گهرجي، پر ان جي پويان لڪيل استحصالي قوتن تي اچڻ گهرجي.

معاشري کي تبديل ڪرڻ جي ذميداري رڳو مزدور تي ناهي، پر ان ۾ ٻين محروم طبقن جي شرڪت بہ لازمي آهي، ۽ جيستائين انهن سڀني جي جدوجهد کي گڏيو نہ ويندو تيستائين سگهہ ورهايل رهندي. ان لاءِ جڏهن بہ مزدورن جي تاريخ لکي وڃي تہ کين معاشري مان ڪوري ڌار نہ ڪيو وڃي.

# تاريخ کي سمجهڻ

ماضي جي علم مان انسان جي حال تي ڪهڙا اثر پيا ۽ ان ڪري فڪر ۽ ثقافت ڪيتري تائين متاثر ٿيا؟ هي هئا اهي سوال جن ارڙهين ۽ اوڻيهين صدي ۾، يورپ ۾ تاريخي انقلاب برپا ڪيو. انهي انقلاب، انساني ذهن ۾ جيڪي تبديليون آنديون، فڪر ۽ سوچ جا جيڪي نوان رستا کليا، انهن انساني تاريخ ۽ انساني تهذيب و تمدن جي ارتقا کي سمجهڻ ۾ وڏي مدد ڪئي، ڇو ته ان کان پهرين تاريخ جو مضمون بنيادي حيثيت رکندڙ نه هو بلڪ تاريخ کي مذهب جي تابع سمجهيو ويندو هو يا وري انهي ذريعي نسلي ۽ قومي جذبن کي ڀڙڪايو ويندو هو، پر پوءِ جڏهن تاريخ کي هڪ ڌار جاءِ ۽ حيثيت ملي ته اهو سمجهڻ تي سگهيو ته، انهي ذريعي انساني تاريخ کي صحيح طور تي سمجهيو وڃي.

انسان جي ذهن کي اڃان وقت تائين نٿو سمجهي سگهجي، جيستائين انساني تهذيب جي ارتقا کي مرحلي وار نه سمجهيو وڃي ۽ وري جيستائين انساني ترقي جي وکريل ڪڙين کي جوڙيو نه وڃي، تيستائين انهي ترقي جي سلسلي کي مڪمل نٿو ڪري سگهجي.

انسان جا ڪيل سڀ ڪارناما، ان جا خيال ۽ نظريا، انهن سڀني کي وري تيستائين نٿو سمجهي سگهجي جيستائين انهن جي تاريخ جي ڄاڻ نه هجي. ماضيءَ ۾ ڪهڙن مرحلن، رستن ۽ ڏکاين مان لنگهي ڪونظريو يا ڪا ايجاد تڪميل جي مرحلن تائين پهچي ٿي ۽ تاريخ جو اهو ڪم آهي ته، هوءَ ان شيءِ جي بنياد تائين وڃي ۽ ان جي ابتدا ڳولهي لهي، ۽ جڏهن تاريخ اهو سفر ڪري ٿي ته هڪ ڊرامو بڻجيو پوي ۽ قديم زماني کان حال تائين جيڪي تبديليون آيون آهن انهن تان پردا کڻندي ٿي وڃي. تاريخ وقت جي تهن کي صاف ڪندي ويندي آهي ۽ جنهن وقت ڪنهن راز تان پردو کڄي ٿو ته ان سان گڏوگڏ انساني ذهن ۾ روشن ٿيندو ويندو آهي اهائي اها شيءِ آهي جنهن کي تاريخي شعور چئبو آهي ۽ انهي

تاريخي شعور جي نتيجي ۾، دلين مان نفرت، تعصب ۽ تنگ نظري ڏڪجي ٻاهر نڪرندي آهي. ذهن کي سوچ ۽ نئين فڪر جي روشني ملندي آهي ۽ انسان ۾ اهو فهم پيدا ٿيندو آهي ته، هو تاريخ ۾ ان مختلف قومن، معاشري جي روايتن ۽ ادارن کي سمجهي سگهي.

اسانجي اڄ جي دور ۾، تهذيب جي اهميت جو احساس تڏهن ٿيندو جڏهن اسان وٽ ماضيءَ جي باري ۾ مڪمل معلومات هوندي ۽ اها تاريخ ئي آهي جنهن کي سمجهڻ سان ماضي ۽ حال ۾ فرق کي ڏسي سگهجي ٿو.

اسانجي تاريخي شعور جي گهٽتائي ۽ ناپختگي جي علامت اها آهي ته، اسين جڏهن پراڻن سائنسدانن، مفڪرن ۽ فلسفين جي ايجادن، نظرين ۽ سوچن کي جديد دور جي علم ۽ روشني ۾ ڏسون ٿا ته، اهي اسانکي ٻاراڻيون ۽ بيوقوفانه لڳن ٿيون پر جيڪڏهن اسين انهن کي تاريخ جي روشني ۾ ڏسون ته، انهن جي اهميت ظاهر ٿي پوندي، ان لاءِ قديم ايجادن، خيالن ۽ ادارن کي سمجهڻ لاءِ اسان وٽ تاريخي شعور جو هئڻ لازمي آهي ۽ جيڪڏهن اسان وٽ اهو ذهن نه هوندو ته اسان انهن جي اهميت کي پرکي نه سگهنداسين. ۽ انهن جي ماضي جي شين جي اهميت ختم ٿي وڃي ٿي ۽ اهي شيون محض هڪ راز بڻجي ٿيون وڃن. جيئن اڄ مصر جا اهرام ته موجود آهن پر انهن جي چاڻ موجود ناهي. مصر جون مميون ته باقي آهن پر انهن کي ڏاهڻ جو فن ختم ٿي چڪو آهي. انهي جو اهو نتيجو ٿيو جو انهن شين ۾ پراسراريت اچي ويئي آهي. انهن کي سمجهڻ جو احساس ته جنم وٺي ٿو، پر انهن جي حقيقت سمجهڻ ۾ نٿي اچي، انهي ڪري جو اسين ان وقت جي عهد، انساني ذهن، ان جي ترقي ۽ انهن جي تخليقي قوتن کان اڻ ڄاڻ آهيون. جيڪڏهن ماضيءَ جو سمورو علم ۽ ڄاڻ محفوظ هجي ها ته انسان کي ترقي ڪرڻ ۾ ڏاڍي سهوليت ٿئي ها. جڏهن وقت جي هٿن سان علم فنا ٿي ٿو وڃي ته انسان کي پيهر پنهنجين ضرورتن مطابق

ان کي ڳولهڻو ٿو پوي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ائين به ٿيندو آهي جو اهو علم ختم ٿي وڃڻ ڪانپوءِ ٻيهر جنم وٺي نه سگهندو آهي.

انهي ڳالهه جو مثال هن ريت ڏيئي سگهجي ٿو ته، ڪجهه وقت اڳ اخبارن ۾ هڪ خبر آئي ته، ٽيونس ۾ هڪ پاڻيءَ جي گهڙي لڌي جيڪا وقت، سان گڏ بيڪار ٿي وئي هئي ۽ هاڻي ٽيونس ۾ ڪوبه اهڙو ماڻهو ناهي جيڪو انهيءَ گهڙي جي ٽيڪنڪ کان واقف هجي. اهڙي ريت مختلف واقعا ۽ حادثا تهذيب جي ترقي کي روڪي ڇڏين ٿا ۽ معاشرا اڳيان وڌڻ بجاءِ پوئيان ڌڪبا رهن ٿا ۽ ختم ٿي وڃن ٿا.

اهو ڪم تاريخ جو آهي ته، هوءَ تاريخي تسلسل کي قائم رکي ۽ ليڏل علم کي محفوظ رکي ۽ انهي ٺي شڪل ۾ انساني تهذيب ۽ ثقافت زنده ۽ مضبوط رهي سگهندا ۽ تاريخ انهن جي رفتار کي برابر رکي سگهندي.

تاريخ قومن جي ذهن جي عڪاسي ڪندي آهي، ڇو ته تاريخ ۾ قوم جون خواهشون، تمنائون لڪيل هونديون آهن، ان ۾ ضرورتون، ناڪام منصوبا ۽ خيال پوشيدا هوندا آهن. تاريخ نه رڳو ماضيءَ جي رازن تان پردا کڻي ٿي پر قومن جي مستقبل کي به روشن ڪري ٿي، ڇو ته تاريخ ذهن جي تعمير ۾ تمدد ڏئي ٿي. ان لاءِ تاريخ جو علم خطرناڪ به ٿيندو آهي ته فائدي وارو به..... انهيءَ علم ذريعي قومپرستي، مذهبي جنونيت، فاشزم، امپريل ازم، نسل پرستيءَ هيرو پرستي ذريعي قومن ۾ نفرت پيدا ڪئي ٿي وڃي، جنگ ۽ ويڙهه جي جذبن کي هوا ڏني ٿي وڃي ته ٻئي طرف وري تاريخ ذريعي، انسان دوستي، لبرل ازم، جمهوريت ۽ انساني حقن جي جنگ وڙهي ٿي وڃي.

حڪمران طبقا تاريخ کي پنهنجي مفاد لاءِ استعمال ڪن ٿا ۽ انهيءَ ذريعي پنهنجي عزت، وقار ۽ احترام جا جذبا اڀاري، تاريخ ۾ پنهنجو اعليٰ مقام حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪن ٿا، پر ٻئي پاسي اهڙا ادارا ۽ طبقا ٿين ٿا جيڪي تاريخ جا دشمن هوندا

آهن، انهن جي ڪوشش اها هوندي آهي تہ، تاريخ کي ڪهڙي ريت لڪايو وڃي يا ختم ڪيو وڃي، اهو ان لاءِ جو، انهن جو ماضي ڏاڍو گندو هوندو آهي،آهي نہ چاهيندا آهن تہ، سندن ڪيل ڪرتوت عوام اڳيان اچن، اهي تہ تاريخ کي پنهنجي عظمت لاءِ استعمال ڪرڻ چاهيندا آهن.... اهي اهو بہ چاهيندا آهن تہ، ماڻهن اڳيان تاريخ کي تمام ننڍڙو ڪري پيش ڪيو وڃي. ان لاءِ انقلابي ۽ سونجهارڻ وقت اهي تاريخ کي پنهنجي خيال مطابق پيش ڪندا آهن. انقلاب وقت اهي ماڻهن کي ڊيڄاريندا آهن ۽ انقلاب کي روڪڻ جون ڏنلون ڏسيندا آهن.

....پر ٻئي طرف ترقي پسند طاقتون بہ تاريخ کان مدد وٺنديون آهن ۽ تاريخ ۾ عوامي جدوجهد کي اڳين پيش ڪنديون آهن جيئن ماڻهن کي حوصلو ملي ۽ مايوس ٿيڻ بجاءِ منجهن اميد ۽ عـزم جا جزا پيدا ٿين.

مشهور جرمن فلسفي 'نِنشي' جو تاريخ جي بـاري ۾ منفي رويو هو. هن جو چوڻ هو تہ، "اسين ماضيءَ جي باري ۾ تمام گهڻو ڪجهہ ڄاڻون ٿا، ان لاءِ اسانکي ڪجهہ وسارڻ بہ گهرجي....".

ان جي جواب ۾ هڪ ٻئي مورخ چيو تہ، "....اسانکي گهڻو ڪجهہ ياد رکڻ گهرجي ۽ تاريخ کي اهڙي طريقي سان لکڻ گهرجي، جنهن سان زندگي جي تازگي محسوس ٿئي". ....ان لاءِ تاريخ لکڻ واسطي ترتيب يافتہ مورخن جي ضرورت هوندي آهي. ڇو تہ ان علم ۾ ماهر مورخ ئي ان جي اهميت کي سمجهي سگهي ٿو. هڪ اڻ ڄاڻ مورخ اڳيان ڪيترائي واقعا غيرضروري هوندا آهن. پر هڪ ماهر مورخ ئي انهن کي سمجهي ۽ انهن جـو تجزيو ڪري سگهي ٿو. 'ٻٽر فيلڊ' ان جو مثال ڏيندي چيو آهي تہ: "هڪ عام ماڻهو لاءِ هڪ مشين مڪمل راز هوندي آهي. پـر مشين جي مستري لاءِ اها هڪ کليل ڪتاب وانگر هوندي آهي." مورخ جو مثال بہ اهڙو ئي آهي. ڇو تہ ماهر مورخ انهن واقعن جي سچ ۽ ڪوڙ کي سمجهي سگهي ٿو.

# يونيورسل تاريخ

ابتدا ۾ هر قوم پنهنجي تاريخ ۾ دلچسپي وٺي ٿي ۽ اُن کي محفوظ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي؛ پر جڏهن واپار، سياست، هجرت، جنگ ۽ سفارتي واسطن قومن کي هڪٻئي جي ويجهو آندو ته، هڪٻئي کي ڄاڻڻ جو شوق پيدا ٿيو. البته هر قوم جي تاريخ ڌار ڌار هوندي آهي پر تنهن هوندي به ڪجهه شيون اهڙيون هونديون آهن جيڪي هڪ ٻي دلچسپي وڌائين ٿيون. ان لاءِ 'ٽائن بي' ان ڳالهه تي زور ڏنو ته، ڇيستائين انسان (مورخ) سڄي انساني تهذيبن جو مطالعو نه ڪندو ۽ نه انهن جو پاڻ ۾ مقابلو ڪندو، تنهن وقت تائين اهو ناممڪن نه آهي ته هو، تاريخ ۾ ڪوئنصوبو ڳولهي سگهي يا تاريخي عمل کي ڪو مفهوم ڏيئي سگهي ۽ اهو به نٿو ٿي سگهي ته هو ڪو فيصلو ڪري.

جڏهن ڪا قوم، پنهنجي ڌار تاريخ تحرير ڪري ٿي، ته ان جي اها پرپور ڪوشش هوندي آهي ته، هوءَ پنهنجي ڪيل ڪارنامن ۽ اهميت کي ظاهر ڪري پيش ڪري، اها قوم ٻين قومن جي تاريخ جو مطالعو ان لاءِ ٿي ڪري جيئن، ٻين قومن کان وڌيڪ پنهنجي تاريخ کي عظيم ڪري پيش ڪري، ان لاءِ ٻين جي خوبين ۽ ڪارنامن کي يا ته گهٽ ڪري پيش ڪري يا مور ڳو نظرانداز ڪري ڇڏي. انهيءَ خيال هيٺ تاريخ مختصر ٿيندي ويندي آهي. تاريخ کي انهيءَ مختصر ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ، آثارقديمه جي دريافتن وڏو ڪم ڪيو. انهن دريافتن، دنيا کي قديم تهذيبن متعلق حيرت انگيز ڳالهيون ٻڌايون جن جي ڪري نه رڳو قديم تهذيبن جي عظمت قائم ٿي بلڪ ان وقت جي انسان جي ذهني پختگي جي به ڄاڻ ملي. انهن آثارقديمه جي ليکڻ ڪري، انساني ذهن ۾ هڪ تجسس پيدا ٿيو ته، هو تهذيب ۽ تمدن جي ارتقا کي

سمجهي ۽ ان جي پس منظر ۾ جيڪي قانون آهن انهن کي ڳولهي لڌو وڃي، ان لاءِ تهذيبن کي ڌار ڌار ڏسڻ بجاءِ، ان کي هڪ گڏيل انساني تهذيبي ترقي تحت ڏٺو ۽ انڪانپوءِ ان نتيجي تي پهتو ته، جيڪڏهن انساني تاريخ کي ڪا معني ڏيڻي آهي ته يونيورسل تاريخ تحرير ڪئي وڃي.... ڇوته يونيورسل تاريخ ۾ مڙني قومن جون سرگرميون، ڪارناما ۽ انهن جا ڪيل عمل هوندا، انهيءَ گڏيل ترقي مان انساني تاريخ، تهذيب ۽ تمدن جو تجزيو ڪري سگهجي ٿو. ۽ انهيءَ کانپوءِ تاريخ جي عمل کي سمجهڻ ممڪن ٿي سگهندو. جيڪڏهن قومون انفرادي طور تي پنهنجي تاريخ جو مطالعو ڪن، ته پوءِ اهڙيون تاريخون تاريخ جي عمل کي ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏينديون ۽ تاريخ کي گڏيل طور نه سمجهي سگهبو.

يونيورسل تاريخ جي نظريي کي عيسائيت ۽ اسلام جي مذهبي عقيدن پڻ تقويت ڏني، ڇوته اهي ٻئي مذهب آفاقي هئڻ جي دعوي ڪن ٿا ۽ سندن نظر ۾ سڀ قومون برابر ۽ خدا جي مخلوق آهن ۽ اهي سڀ گڏجي خدا جي منصوبي جي تڪميل ڪري رهيون آهن، انهيءَ خيال کان هر قوم جي پنهنجي هڪ ڌار اهميت آهي. هونئن يونيورسل تاريخ جو بنيادي مقصد اهوئي هو، جيئن انهيءَ ذريعي انساني ڪارنامن، تهذيب ۽ تمدن جي ارتقاءَ کي بيان ڪيو وڃي. پر ٿيو ائين جو جن مورخن اها تاريخ لکي انهن پنهنجي سوچ کي پهرين آندو. عربن يونيورسل تاريخ لکڻ وقت، انساني تهذيب و تمدن ۾ عربن جي ڪردار کي وڌو ڪري پيش ڪيو ۽ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ته، عربن کان پهرين جاهليت جو دؤر هو، هنن بازنطيني ۽ ايراني سلطنتن کي ان لاءِ فتح ڪيو ته اهي بدعنوانين ۽ خرابين ڪري پراڻيون ۽ بيڪار ٿي ويون هيون، عربن انهن فتحن ذريعي، خراب نظام کي ختم ڪري اهڙو نظام قائم ڪيو جنهن ۾ انسانيت جي ڀلائي هئي، پنهنجي انهيءَ خيال کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ، هنن انهن ملڪن ۽ قومن جون تاريخون لکيون جن کي هنن فتح ڪيو هو ۽ خاص

ڪري انهن جي، انهن پهلوئن کي آڀاريو ويو جن مان انهن جي خرابي ظاهر ٿي سگهي.

جڏهن ارڙهين ۽ اوڻيهين صدي ۾ يورپ ۾ يونيورسل تاريخ لکڻ جو رواج پيو، ته مورخن انهيءَ جي پس منظر ۾ پنهنجين قومن کي گهڻو وڌائي پيش ڪيو ۽ يونيورسل تاريخ کي قومي جذبي هيٺ لکي انهيءَ جو دائرو مختصر ڪري ڇڏيو. مثلاً: جرمني جي مشهور مورخ 'رانڪي' جيڪا يونيورسل تاريخ لکي، اُن ۾ هن جرمن ٽيوٽينڪ ۽ رومن کي انهيءَ تاريخ جو مرڪز بڻايو ۽ ٻين قومن کي ڪا اهميت نه ڏنائين ايستائين جو يونانين کي به گهڻو حصو ڏيڻ نه ڏنائين.

اهڙي قسم جي تاريخ نويسي جو نتيجو هي نڪتو جو يورپي مورخن، يونيورسل تاريخ جي پس منظر ۾، پنهنجي قومن جي ڪارنامن کي اهڙي ريت بيان ڪيو جڻ، انهن جي قومن جا ڪارناما رڳو هڪ قوم لاءِ نه پر سڄي انسانيت لاءِ هئا. فرانسيسي مورخ 'مشلي' ، يونيورسل تاريخ ۾، فرانسيسي قوم جي سرگرمين ۽ تاريخ کي اهڙي ريت بيان ڪيو، جڻ اها سڄي دنيا ۽ قومن جي تاريخ هجي. هن جو چوڻ هو ته، فرانس ذريعي، دنيا جي قومن جي اميدن ۽ خواهشن جو اظهار ٿيئي ٿو، فرانس انقلاب جي وقت جيڪي قربانيون ڏنيون، انهن جي نتيجي ۾ نه رڳو سڄي دنيا ۾ انقلاب آيا پر انهن ۾ ذهني ۽ فڪري تبديليون پڻ آيون.... ان لاءِ سڀني قومن کي فرانس جو شڪرگذار ٿيڻ گهرجي.

هڪ ٻئي فرانسيسي مورخ 'گزو' انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو ته، يونيورسل تاريخ جي مطالعي مان خبر پوي ٿي ته، انهيءَ ذريعي خدا پنهنجي منصوبي کي مڪمل ڪري رهيو آهي ۽ انهيءَ منصوبي جي تڪميل فرانسيسي تهذيب ۾ آهي. 'هيگل' انهيءَ خيال کي ڏورو وڌائي پيش ڪيو ته، خدا تاريخ جي هر عهد ۾ ڪنهن قوم کان، پنهنجي منصوبي جي تڪميل لاءِ ڪم وٺندو آهي ۽ جڏهن ڪا قوم خدا جي انهيءَ منصوبي جو پورائو ڪري

وڌندي آهي ته پوءِ آهستي آهستي ختم ٿي ويندي آهي، ان لاءِ ان منصوبي جي تڪميل جو ڪردار سڀ قومون ادا ڪن ٿيون.

يونيورسل تاريخ لکڻ وقت رڳو واقعن کي بيان نه ڪرڻ گهرجي، بلڪ ان عمل جي پس منظر ۾ جيڪي دليل يا عقل ڪم ڪري رهيو آهي ان جو تجزيو ڪرڻ گهرجي، ڇوته يونيورسل تاريخ ۾ واقعن کان وڌيڪ دليلن ۽ عقل جي ارتقا جي اهميت آهي. جڏهن يونيورسل تاريخ کي انهيءَ انداز سان لکيو ويندو ته انهيءَ سان اميد جا پهلو نڪرندا، ڇوته انهيءَ خيال کان انساني ترقي جو احساس ٿيندو.

ويهين صدي ۾ يونيورسل تاريخ لکڻ جي بنيادن ۾ تبديلي آئي، جنهن ڪري ان کي رياست ۽ قوم بجاءِ تهذيب ۽ تمدن جي پس منظر ۾ تحرير ڪيو ويو. انهيءَ ۾ خصوصيت سان 'اشپنگلر' ۽ 'ٽائن بي' قابل ذڪر آهن، جن دنيا جي مختلف تهذيبن جي مطالعي ڪانپوءِ انهن جي ارتقا ۽ تڪميل جا قانون ڳولهي لڌا ۽ تاريخ کي واقعن بجاءِ قانونن جي روشني ۾ تحرير ڪيو.

يونيورسل تاريخ کي وسيع نقطہ نظر سان لکڻ ۽ مطالعي جي نتيجي ۾ آهي نفرتون ۽ دشمنيون دور ٿي وينديون جيڪي قومن ۾ آهن ۽ اهو احساس جنم وٺندو ته، دنيا ۾ ڪيل ڪارناما خاص قومن جا نه پر گڏيل طور انسانن جا هئا.

# سيڪيولرازم ڇا آهي

سيڪيولرازم جو مقصد هي آهي ته، اهو سماجي عمل جنهن جي ڪري، مذهبي اثر جيڪو معاشري تي هوندو آهي، ان کان معاشري کي آزاد ڪرايو وڃي ۽ مذهب کي انسان جي زندگي ۾ نجي حيثيت ڏني وڃي. انهي ڪري 'سيڪيولرازم' ۽ 'مذهب' ٻه متضاد نظريا ٿي بيهن ٿا، ڇوته مذهب انهيءَ ڳالهه جي هام ٿو هڻي ته، ڪيس انسان جي جسم ۽ روح تي حڪومت آهي ۽ رڳو انهيءَ ذريعي ئي، انسان جي مادي ۽ روحاني نجات ممڪن آهي. انهيءَ سبب ڪري انسان پيدا ٿيڻ کان وٺي مرڻ تائين، مذهبي رسمن ۽ روايتن ۾ ٻڌل رهي ٿو. جنهن ڪري ڪيس اها آزادي ئي نہ ملندي آهي تہ، هو پنهنجي سماج جي مسئلن کي عقل ۽ زماني جي گهرجن هيٺ حل ڪري سگهي. مذهب پنهنجي بقا لاءِ اهو ضروري سمجهي ٿو تہ، هو هر ان ڪوشش کي ناڪام ڪري وجهي، جنهن جي ٿيڻ سان حڪومت کي ڪو خطرو پيدا ٿئي، ان لاءِ مذهب سڀ کان پهرين ان ڳالهه تي ڌيان ڏيندو آهي تہ، تعليم جو نظام سندس قبضي ۾ هجي ۽ تعليم جو هڪ اهڙو نظام ترتيب ڏنو وڃي، جنهن جي ذريعي، مذهبي عقيدا نوجوان نسل جي ذهن ۾ مضبوط ٿي وڃن.

جڏهن معاشري ۾، مذهبي عقيدا ۽ روايتون مضبوط ٿي وڃن ٿيون تہ انهن جو بنيادي اثر هي ٿئي ٿو تہ، معاشري جون مڙيئي سرگرميون ۽ تخليقي صلاحيتون انهن ديوارن اندر رهي ڪم ڪرڻ لڳن ٿيون تہ کهڙي ريت مذهبي قدرن کي مضبوط ڪيو وڃي. فلسفو پنهنجن سوچن ۽ نظرين ذريعي انهن جي سچائي کي ثابت ڪري، سائنس فقط ان حد تائين تجربا ڪري، جنهن حد تائين کيس مذهب اجازت ڏئي. آرٽ، موسيقي ۽ فن تعمير فقط مذهبي

مقصدن لاءِ ڪم ڪن. اهڙي ريت ائين ڪرڻ سان سڙني علمن ۽ فن جو واسطو معاشري ڪيان ٿئي وڃي ٿو. انهن جو معاشري جي فلاح و بهبود سان ڪو ڳانڍاپو نه هوندو آهي ۽ نه ئي اهي وري انساني ضرورتن ۽ تسڪين لاءِ ڪم ڪندا آهن. مشهور مفڪر 'سوروڪن' انهيءَ ڳالهه طرف اشارو ڪندي چئي ٿو، عقيدتي واري زماني ۾ يا ان زماني ۾ جنهن ۾ مذهب جي حڪمراني هجي، ته ان زماني ۾ جيڪو ادب تخليق ٿئي ٿو، ان جا موضوع مذهبي هوندا آهن جيئن 'مها ڀارت' ۽ 'گيتا' يا يورپ ۾ قرون وسطيٰ ۾ 'ڊوائن ڪاميڊي' وغيره. اسانجي معاشري ۾ اڄ ڏينهن تائين نعت، مرثيو ۽ قصيدن ۾ مذهبي جذبن کي بيان ڪيو وڃي ٿو. اهڙي ريت هن دؤر ۾ موسيقي ديوي، ديوتائن کي خوش ڪرڻ يا مذهبي خوشي ۽ عقيدت جي اظهار لاءِ استعمال ٿئي ٿي. اسان وٽ قوالي ۽ نعتن کي ڳائي پيش ڪرڻ، يا مزارن تي جيڪا موسيقي پيش ڪئي ٿي وڃي آها هن ڳالهه جو مثال آهيءَ هن دؤر ۾ جيڪي عمارتون تعمير ٿين ٿيون انهن ۾ سڀ کان وڏي عمارت يورپ ۾ ڪيٿڊرل يا چرچ جي هوندي هئي ۽ سيڪيولر مقصدن جون عمارتون ايتريون شاندار نه هونديون هيون. اسان وٽ اسلام آباد ۾ فيصل مسجد ان ڳالهه جو ثبوت آهي.

تاريخ ۾ معاشري کي سيڪيولر ڏاهڻ جو عمل جيڪو يورپ ۾ ٿيو، انهيءَ مان انهيءَ جي عمل جي تجزيي جو موقعو ملي ٿو ته آهي ڪهڙا سبب هئا، جن يورپ جي معاشري کي انهيءَ ڳالهه تي مجبور ڪيو ته، مذهبي تسلط کي ختم ڪري ان جي جاءِ تي فرد جي آزادي ۽ معاشري جي مفادن خاطر هڪ اهڙو نظام قائم ڪري جنهن ۾ مادي ترقي جون راهون کليل هجن. سيڪيولرازم جو مطلب فقط اهو ناهي ته رڳو سياسي نظام مان مذهبي تسلط کي ختم ڪجي پر ان جو اهو به مقصد آهي ته زندگي جو هر پهلو آزاد هجي ۽ پنهنجين ضرورتن ۽ گهرجن مطابق روايتون، قدر ۽ قانون جوڙي سگهن.

يورپ جي معاشري ۾ آن وقت تبديليون اچڻ شروع ٿيون، جڏهن شهرن ۾ بورزوا طبقو پيدا ٿيو ۽ هن طبقي تجارت ذريعي پئسو ڪمائڻ شروع ڪيو ۽ انهيءَ دولت ذريعي هُنن، شهرن ۾ سياسي سهوليتون ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ شروع ڪيو. انهيءَ عمل سان جاگيرداري نظام کي سخت نقصان پهتو، ڇوته جيڪي هاري ۽ پورهيت انهن جي اثر هيٺ هئا آهي هنن جي هٿ مان نڪري سٺي روزگار جي تلاش ۾ شهرن طرف اچڻ لڳا ۽ فيڪٽرين ۾ ڪم ڪرڻ لڳا. انهيءَ تبديلي انهن جي زندگيءَ تي تمام گهڻو اثر وڌو، ڇوته شهرن ۾ آباد ٿيڻ ڪري، پهرين ته هو فطرت کان ڏار ٿي ويا ۽ پيو ته انهن جون مصروفيتون وڌي ويون ۽ انهن وٽ ايترو وقت نه رهيو جو هو مذهبي رسمون ۽ عبادتون ڪري سگهن، پر مڪمل طور تي مذهب کان ڌار ٿي نه سگهيا ۽ ڄم، شادي ۽ موت جي موقعي تي چرچ ۾ مذهبي رسمون ادا ڪندا رهيا. البته اهو ضرور ٿيو ته مٿن اڳوڻي جهڙو مذهب جو گهرو اثر نه رهيو.

مذهب جي اصلاحي تحريڪ، پوپ جي روحاني راڄ کي ٽوڙيو ۽ چرچ جي اثر ۾ گهٽتائي ٿي، ڇوته مذهبي جنگين ڪاڻپوءِ اهو اصول ٺهيو ته، جيڪو مذهب جو بادشاهه هوندو آهوئي رعيت جو به بادشاهه هوندو، ان ڪرڻ سان نه رڳو بادشاهه کي مذهبي طاقت ملي پر سياسي طور تي به هو وڌيڪ طاقتور ٿي ويو. هن پنهنجي مفادن خاطر، مذهبي اثرن کان آزاد ٿيڻ لاءِ سيڪيولر نظام جي نظرين کي ڦهلائڻ شروع ڪيو، ڇوته سيڪيولر ازم ذريعي هو پوپ ۽ چرچ سان پاڻ کي آزاد ڪري ٿي سگهيا.

مذهب جي اصلاحي تحريڪ ڪري لاطيني زبان جو زوال ٿيو ۽ ان جي جاءِ مقامي زبانن وٺڻ شروع ڪئي. انهن مقامي زبانن جي ترقي لاءِ سياستدانن، وڪيلن، شاعرن، اديبن ۽ مفڪرن جاکوڙ ڪئي، جنهن ڪري مقامي ثقافت ۽ ان جا رسم و رواج جيڪي اڃان تائين مذهبي اثرن هيٺ هئا، انهن کي وڌڻ ويجهڻ جو موقعو مليو. عيسائيت جي ڪري، اڃان تائين عالمي رياست ۽ عالمي

چرچ جو نظريو مقبول هو، جنهن ۾ قومي رياست ۽ قومي تشخص جي ڪابہ گنجائش نہ هئي. جڏهن اهي نظريا ٽٽا تہ يورپ جي قومن ۾ انهن جي ڳولها شروع ٿي تہ، هو پنهنجون پاڙون ڳولين ۽ انهن جي بنياد تي پنهنجي قوم جي تشڪيل ڪن. انهيءَ خيال هيٺ انهن تاريخ، آثارقديمہ، لوڪ ڪهاڻين ۽ گيتن جي ڳولها ۽ تحقيق ڪرڻ شروع ڪئي. يورپ ۾ انهيءَ عمل جي ڪري، هڪ پاسي يونان ۽ روم جي تهذيبن ۾ پنهنجون پاڙون ڳولهيون تہ ٻئي پاسي عيسائيت کان اڳ جي تاريخ تي تحقيق ڪري پنهنجي تاريخ کي مڪمل ڪرڻ چاهيائون. جرمن ۾ گرم برادرز قديم جرمن لوڪ ڪهاڻين کي ڳولهي گڏ ڪيو تہ، مورخن، آثارقديمہ جي ماهرن ۽ علم بشريات جي ماهرن جرمن قبيلن جي نئين تاريخ جي تشڪيل ڪئي، جنهن ڪري جرمن قوم جي هيئت ئي بدلجي ويئي ۽ منجهن قوم پرستي جو اهڙو جذبو آيريو جنهن سندن تهذيب کي هڪ نئين طاقت ڏني.

هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ آساني سان پهچڻ جا بهترين ذريعا، ڇاپخانن جي ايجاد، نون رستن کي ڳولهي لهڻ ۽ سير و سياحت ڪري دنيا متعلق معلومات ۾ واڌارو ٿيو ۽ يورپ وارن کي ٻين تهذيبن جي خبر پيئي، جنهن مان کين اندازو ٿيو تہ، سچائي تي رڳو سندن ئي حق ڪونهي پر ٻين تمدن ۾ بہ ماڻهو انهن کان سٺي زندگي گذاري رهيا آهن، انهيءَ ڪري منجهن قوت برداشت پيدا ٿي.

جڏهن يورپ ۾ رياستون قائم ٿي ويون تہ هر ڪنهن کي پنهنجي رياست مضبوط ڪرڻ جي لڳي، مقابلي جي جذبي کي مضبوط ڪرڻ جو جذبو پيدا ڪيو ۽ اها ڳالهہ پيدا ٿي تہ هو پنهنجي تعليم ۽ تربيت کي وڌيڪ بهتر بنائين. انهي ڪري سائنسي، فني ۽ سماجي علمن جي ترقي طرف توجہ ڏنو ويو ۽ علم جي چاهيندڙن کي پهريون دفعو اها آزادي ملي تہ هو پنهنجين تخليقن کي کُلي ماحول ۾ سرجي سگهن، ان لاءِ سائنس سان گڏوگڏ ادب، موسيقي، تعمير ۽ آرٽ ۾ وڏو انقلاب آيو ۽ انهن معاشري جي ترقي لاءِ ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. مثلاً: انهيءَ نظريي هيٺ تہ، انسان

فطري طور تي نيڪ آهي، ان جي ذهن کي سيڪيولر بنائڻ ۾ حصو ورتو، ڇوته انهيءَ اصول هيٺ انسان مذهبي جنونيت ۽ رجعت پسندي خلاف وڙهيو، ڇوته جيڪڏهن انسان فطري طور تي نيڪ آهي ته پوءِ مذهبي عقيدن جي ڪهڙي ضرورت آهي ته هو انسان کي نيڪ بڻائين، آزادي جي ڪهڙي ضرورت آهي ته ان کي پنهنجي دائري ۾ آڻي ۽ پنهنجي رستي تي هلائي، انهيءَ جي ابتڙ هن کي آزادي ملڻ گهرجي جيئن هو بغير پابندين جي آزادي سان وڌي ويجهي.

انهيءَ فڪر ماڻهن ۾ لبرل ازم پيدا ڪيو، قدامت پسند معاشري ۾ جيڪي ماڻهو انهن جي روايتن کان انڪار ڪن ٿا، تن کي آزاد خيال چيو وڃي ٿو جيڪو انڪاري معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو، ان جو مطلب اهو ورتو وڃي ٿو ته آهو اخلاق ۽ قانون جي حدن کان ٻاهر هليو ويو آهي، اسانجي معاشري ۾ اڄ به آزاد خيال جو تصور انهيءَ معنيٰ ۾ ورتو وڃي ٿو ۽ اهو طنز طور انهن ماڻهن لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو جيڪي رجعت پرست روايتن جي خلاف هوندا آهن.

آزاد خيال ۽ لبرل ماڻهن يورپ ۾ نه رڳو اخلاقي، قانوني ۽ سماجي روايتن کان انڪار ڪيو پر انهن انساني ضمير جي آزادي ۽ انهيءَ ڳالهه جي آزادي تي، انسان پنهنجي عقيدن ڪارڻ ٻين جي اڳيان جوابدار ناهي، تي زور ڏنو ۽ ان ڳالهه تي به زور ڏنو ته رياست جو اهو ڪو حق ڪونهي ته، هوءَ فرد جي مذهبي هئڻ متعلق احتساب ڪري، جڏهن هڪ فرد کي اهو حق ملي وڃي ٿو ته ان ڪانپوءِ، رياست ۽ معاشري جون سڀ روايتون، رسم ۽ رواج ختم ٿي وڃن ٿا، جيڪي فرد جي مرضي خلاف مذهبي بنائڻ تي مجبور ڪن ٿا. اهڙي ريت آزاد خيال نظرين سيڪيولرازم کي وڌيڪ مضبوط ڪيو.

معاشري کي سيڪيولر ڪرڻ ۽ مذهبي اثرن کي ختم ڪرڻ لاءِ، جنهن عمل جي ضرورت هوندي آهي، ان ڏانهن اشارو ڪندي مارڪس چوي ٿو ته، مذهب انسان جا تخليق ڪيل آهن، اهي

انسان ان لاءِ پيدا ڪيا ته، ان کانسواءِ انسان زنده رهي نٿو سگهي. ڇو جو هو هڪ اهڙي ماحول ۾ رهي ٿو، جيڪو انتشار پيدا ڪندڙ ۽ خوف بخشيندڙ ماحول ۾ رهي ٿو، اهڙي طرح مذهب سماجي بيمارين جي علامت آهي ۽ بيمار کي حوصلو بخشي ٿو ته هو ان کي برداشت ڪري، اهو مرض کي برداشت لائق بڻائي ٿو پر ان جو علاج ڳولهي نٿو لهي ۽ نه ئي وري ان مان مريض کي صحت مند ٿيڻ جو جذبو ملي ٿو. ان لاءِ مذهب استحصال ٿيل ماڻهن لاءِ هڪ ڏکويل سڏڪو آهي، ٿڪل دلين جي ڌڙڪندڙ دل آهي. هي بي روح ماڻهن لاءِ جاندار روح آهي ۽ اهڙي ريت هيءَ آها آفيم آهي جيڪا انهن کي سڪون ۽ فرحت بخشي ٿي. ان لاءِ جيڪڏهن انسان کي خيال بدلائڻا هجن ته پوءِ قالتو ڳالهين کي ڏوڙڻو پوندو، رڳو مذهب خلاف تبليغ ڪرڻ يا عقيدن کي فلسفيانه طريقي واسطي ڪمزور ڪرڻ سان ڪجهه به نه ٿيندو. ان لاءِ ماڻهن جي زندگي ۽ ماحول کي تبديل ڪرڻو پوندو، مذهب کي ختم ڪرڻ لاءِ سائنس جي نه، سماجي انقلاب جي ضرورت آهي..

هندوستان ۾ مسلمان حڪمرانن جيڪو نظام قائم ڪيو اهو مذهبي ۽ سيڪيولر ٻنهي قسمن جو هو. مسلمان حڪمران هڪ پاسي ته شريعت جي نفاذ جو اعلان ڪندا هئا، پر جتي سندن مفاد شريعت سان ٽڪرائبا هئا اتي انهن کان ڪنڌ ڦيري پنهنجا قانون جوڙيندا هئا ۽ انهن تي عمل ڪندا هئا، ان لاءِ شريعت سان گڏوگڏ، آئين جهانداري ۽ جهان باني به هئا، پر جيستائين ٿي سگهندو هو ته هو انهن قانونن کي به مذهبي بڻائڻ لاءِ عالمن کان فتوائون وٺندا رهندا هئا، انهن حڪمرانن ۾ فقط علاؤالدين خلجي اهڙو هو، جنهن قاضي مغيث کي جواب ڏيندي چيو هو ته کيس خبر ناهي ته انهن اصلاحن ۽ ڪنيل قدم شريعت مطابق آهن. پر هو فقط اهو ڏسي ٿو ته عوام جو ڀلو ڪهڙين ڳالهين ۾ آهي.... پر ان سڄي دؤر ۾، تعليم جي نظام تي عالمن جو ڪنٽرول هو ۽ تعليمي نصاب مذهبي بنيادن تي جوڙيل هو، عالمن انهن سيني علمن جي مخالفت

ڪئي، جيڪي مذهبي عقيدن ۽ تعليم سان ٽڪرجي رهيا هئا. اصول هي هو ته، هر اهو علم بيڪار آهي، جيڪو مذهب جي ترقي ۾ حصو نٿو وٺي. فلسفي جي مخالفت ڏاڍي زور سان ڪئي ويئي ۽ چيو ويو ته، اهو شڪ ۽ دليل جي جذبي کي پيدا ڪري ٿو جيڪو اعتقادن لاءِ نهايت ئي خطرناڪ آهي اهڙي ريت ادب ۽ شاعري، موسيقي، مصوري ۽ مجسما جوڙڻ جي به مخالفت ڪئي ويئي ۽ سائنس نه سچي دؤر ۾ اڀري ئي نه سگهي.

هندوستان ۾ انگريزن جي اچڻ کانپوءِ، مسلمانن مغربي علمن جي مخالفت ان لاءِ ڪئي ته، ڪين پنهنجن عقيدن جي ڪمزور ٿيڻ جو ڪنڊڪو هو، انهيءَ سبب ڪري اهي نه رڳو تعليمي ميدان ۾ پويان رهجي ويا پر سياست ۽ معشيت ۾ به ترقي نه ڪري سگهيا.

انهيءَ ڪري برصغير جي ورهاست کان پوءِ، هندوستان ۽ پاڪستان ۾ اهي به رجحان صاف طور تي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هندوستان جي سياست جو بنياد سيڪيولرازم تي ڪڙو ڪيو ويو، جنهن ڪري معاشري جون مؤيئي تخليقي صلاحيتون مؤنيتي مذهبي بندشن کان آزاد ٿي، پنهنجي پوري سگهه سان اڀريون. هڪ سيڪيولر رياست جي حيثيت سان هندوستان جو سڀ کان وڏو مسئلو فرقه واريت، بنياد پرستي ۽ مذهبي جنونيت کي روڪڻ ۽ ختم ڪرڻ آهي، ان ڪري ان جا دانشور ۽ مفڪر انهن مسئلن جي پس منظر ۾، جيڪي معاشي ۽ سماجي توڙي مذهبي سبب آهن، انهن جو تجزيو ڪري رهيا آهن.

هڪ سيڪيولر رياست جي حيثيت سان، انهن تعليم کي مذهب کان ڌار ۽ آزاد ڪري ڇڏيو، جنهن جي ڪري هائي سائنسي ۽ سماجي علم، مذهب کي سچو ثابت ڪرڻ بجاءِ، انسان ۽ معاشري جي مسئلن کي سمجهڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ ۾ رڌل آهن. انهن اڳيان، آبادي جو وڌڻ، ماحوليات جي بهتري، غربت جو خاتمو ۽ توهم پرستي کي روڪڻ، وڏا مسئلا آهن. هندوستان کي مڪمل طور سيڪيولر ٿيڻ ۾ شايد اڃان ڊگهو عرصو لڳي، پر ان

عمل جي شروعات انهن وقت ٿي چڪي آهي ۽ انهيءَ جا نتيجا به ظاهر ٿيڻ لڳا آهن.

انهيءَ جي مقابلي ۾ پاڪستان جون سڄيئي تخليقي صلاحيتون کي، مذهبي عقيدن، رسمن ۽ روايتن پنهنجي مضبوط هٿن ۾ قابو ڪري رکيو آهي. ادب، شاعري، مصوري، موسيقي ۽ مجسما سازي تي فحاشي، عرياني ۽ اخلاق کي بيگاڙڻ واري جهڙيون فتوائون مڙهيون رهن ٿيون: ان لاءِ اديب جو قلم، مصور جو برش، بت ٺاهيندڙ جو هٿوڙو ۽ موسيقار جون آڱريون، انهن سختين ڪري، رڪجي وڃن ٿيون، انهن وٽ اهو جوش ناهي رهڻ ڏنو ويو، جنهن جي هڪ فنڪار کي ضرورت هوندي آهي، ڇوته انهن جون سڄيئي صلاحيتون انهن پابندين ۾ ڪومائجي چڪيون آهن.

انهي عرصي دوران سڀ کان گهڻو نقصان تعليم جي نظام کي پهتو آهي، ڇوته سڄو نظام مذهبي بنيادن تي بدل آهي، ان لاءِ شاگرد نه علم جي باريڪ بينين کان واقف آهن ۽ نه ٿي انهن سائنسي تجربن کان جيڪي، ڪائنات جي رازن تان پردو کڻن ٿا. انهيءَ جو نتيجو اهو ٿو نڪري ته، اسانجو هڪ تعليمي ڇاڻ ڪندڙ شخص، نه ته تبديل ٿيندڙ دنيا کي سمجهي سگهي ٿو ۽ نه ٿي وري موجوده دؤر جي چئلينجن کي منهن ڏيئي سگهي ٿو، ڇوته هو مذهب جي دائري ۾ قيد رهي، پاڻ کي هر خطري کان محفوظ سمجهڻ لڳي ٿو. حالانڪ تعليمي نظام جو بنيادي مقصد اهو هوندو آهي ته، معاشري جي بدلجندڙ ضرورتن کي پورو ڪجي ۽ انهن مسئلن کي حل ڪجي جيڪي تبديلين جي نتيجي ۾ پيدا ٿين ٿا.

جيئن ته پاڪستان ۾ سني عقيدي جي اڪثريت آهي، ان لاءِ هتي جو مذهبي نظام سني عقيدي تي آهي ۽ اهي تشدد ذريعي پنهنجي عقيدي کي معاشري ۾ نافذ ڪرڻ چاهين ٿا، ان لاءِ ٻيا مذهبي فرقا، پنهنجي عقيدن ۾ پاڻ کي آزاد نٿا محسوس ڪن ۽ رد عمل جي طور تي، هو پنهنجن عقيدن هيٺ رياست جي قانونن کي بدلائڻ چاهين ٿا، ڇوته ڪو به مذهبي ان ڳالهه تي تيار ناهي ته،

پنهنجي ڪنهن فرقي جي بالادستي قائم ٿئي. انهيءَ ڪري شيعه بريلوي، اهل حديث ۽ ديوبندي آهي اهم فرقا آهن جيڪي پنهنجي مذهبي بالادستي لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن. پنهنجي مقصد لاءِ انهن جون سياسي تنظيمون آهن جيڪي سياسي اقتدار تي قبضو ڪري پنهنجي عقيدن جو نفاذ چاهين ٿيون. انهن سڀني معاشري کي ڌار ڌار فرقن ۾ ورهائي، مذهبي تنگ نظري ۽ فرقه واريت واري تعصب کي هوا ڏني آهي.

جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته، مذهب کي سڀ کان وڌيڪ آزادي سيڪيولر نظام ۾ هوندي آهي، ڇو ته سيڪيولر رياست ۾، ڪنهن هڪ مذهب جي حڪومت نه هوندي آهي ۽ نه وري رياست ڪنهن هڪ مذهبي فرقي جي سرپرستي ڪري ٿي، ان لاءِ مڙيئي مذهب ۽ فرقه بلڪل آزاد هوندا آهن ته هو پنهنجي اعتقادن جي ترقي ۾ ڀرپور حصو وٺن ۽ جيڪڏهن چاهين ته دليلن ۽ عقل جي بنيادن تي پين ماڻهن کي متاثر ڪن. انهيءَ ڪري هڪ مغربي مورخ 'ڪينٽول اسمٿ' جو چوڻ آهي ته: هندوستان جي مسلمانن کي سيڪيولر رياست ۾ رهندي اسلام تي وڌيڪ آزادي ۽ کُليل ماحول ۾ تحقيق ڪرڻ جو موقعو مليل آهي، جيڪو انهن کي پاڪستان ۾ ميسر ناهي، ان لاءِ هندوستان ۾ ان ڳالهه جو موقعو آهي ته اتي اسلام هڪ سگهه سان نروار ٿي سگهي ٿو.

سيڪيولر رياست جي حيثيت مذهبي معاملن ۾ بلڪل غير جانبدار هوندي آهي، اهي مذهب، رياست جي طاقت ۾ مداخلت ڪرڻ کانسواءِ پنهنجون سرگرميون جاري رکي سگهندا آهن، پر انهن کي اها اجازت نه هوندي آهي ته، اهي رياست تي قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ۽ سياسي اقتدار حاصل ڪري پنهنجي مرضي قائم ڪري سگهن.

سيڪيولر معاشري ۾، جيئن ته راءِ جي اظهار جي آزادي هوندي آهي ان ۾ قوت برداشت جو اُصول هوندو آهي، ان لاءِ مذهبي عقيدن سان گڏو گڏ غيرمذهبي ۽ بين ماڻهن کي به اهو حق هوندو

آهي تہ هو، پنهنجون پنهنجون ڳالهيون ڪن. سينسر شپ ڪي اهو حق نہ هوندو آهي تہ اهي ڪتابن کي باهہ ڏين يا پابنديون لڳائين.

سيڪيولر نظام جو اهم بنياد اهو آهي تہ، هن ۾ عوام جي بالادستي قائم ٿيندي آهي ۽ عوام جا چونڊيل نمائنده، معاشري جي بدلجندڙ ضرورتن هيٺ قانون جوڙيندا آهن، انهن ۾ قانون جي ابدي ۽ آفاقي هئڻ جو تصور نہ هوندو آهي، پر اهو قانون معاشري جي پاڙن سان جنم وٺندو آهي، جيڪو انهن جي ضرورتن ڪري پيدا ٿيندو آهي، ۽ جڏهن گهرجون پوريون ٿي وڃن ٿيون تہ هڪ ٻيو نئون قانون جو نظام وجود ۾ اچي ٿو ۽ اهڙي ريت سيڪيولر نظام ۽ جمهوريت هڪ ٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم ٿي پون ٿا.

# قوم پرستي ڇا آهي؟

جڏهن انسان گڏجي، زندگي گذارڻ شروع ڪئي ته، هو قوم، نسل، قبيلي ۽ برادري ۾ ورهائجي ويو، جيئن هو گڏجي سڏجي رهي سگهي ۽ پنهنجو بچاءُ ڪري سگهي. انهن گروهن ۽ جماعتن ۾، اتفاق ۽ يڪجهتي لاءِ طرفداري جو جذبو پيدا ٿيو، جنهن انهن کي پاڻ ۾ ڳنڍي رکيو. انهي طرفداري جي جذبي قبيلن ۽ قومن ۾ برتري جو جذبو پيدا ڪيو. انهي جذبي مان خاص طور تي فاتح قومن فائدو ورتو ۽ مفتوح قومن کي، پاڻ کان نيچ قرار ڏيئي، انهن تي حڪومت ڪئي، ۽ انهن جو استحصال ڪيو. عرب و عجم، اڇي ۽ ڪاري قومن وارو تصور انهن ئي نظرين ڪري پيدا ٿيو. شايد انهن مفتوح قومن 'نسل انساني' ۽ 'برابري' جي نظرين جي تبليغ ڪئي، جنهن ۾ سڀ قومون رنگ ۽ نسل جي حساب هڪ ٿي پيهن، جنهن وٽ سگهه نه هوندي آهي، آهي فڪري ۽ ذهني طور تي تبديلي جا خواهشمند هوندا آهن جيئن سندن مفادن جو بچاءُ ٿي سگهي. پر جن وٽ طاقت هوندي آهي، آهي نسلي برتري جي ڳالهه ڪندا آهن، جيئن انهي ذريعي هو پنهنجين ملندڙ فائدن کي قائم ڪري سگهن.

'نسل انساني' جو تصور آنهن مذهبن ڏنو، جيڪي پنهنجي شروعاتي دور ۾ مظلوم طبقن جي نمائندگي ڪري رهيا هئا ۽ اهڙي ريت معاشري ۾ برابري ۽ عزت وارو مقام حاصل ڪرڻ چاهيائون ٿي، پر جڏهن اهي ئي مذهب، سياسي طور تي سگهارا ٿي ويا، ته انهن 'مومن' ۽ 'ڪافر' جي فرق کي قائم ڪري خود 'نسل انساني' جي تصور کي رد ڪيو ۽ سلطنت کي وڌائڻ خاطر قومن جو استحصال ڪري، انهن کي سياسي ۽ معاشي طور پاڻ کان هيٺ ڪيو.

ارڙهين صدي کان اڳ، يورپ جي سڀني ملڪن تي چرچ جو

اثرتمام گهرو هو. ان لاءِ يورپ سڄي عيسائين جو روحاني اڳواڻ هو ۽ 'هولي رومن ايمپائر' سياسي طور تي سنگهاري هئي، ان لاءِ يورپ جي سڀني قومن تي تسلط قائم رکڻ لاءِ عالمي برادري جو تصور انهن جي مفاد وارو هو. ذاتي جنگين ۽ قومن جي پاڻ ۾ ٽڪرجڻ جي باوجود به يورپ، هڪ ثقافتي ۽ هم آهنگي رکيو پئي آيو، اهڙي ريت سياسي طور تي وڏيون وڏيون سلطنتون هيون جن ۾ ڪيترين ئي قومون هيون.

انهي زماني ۾ قوم جو تصور به نئين معني ۾ استعمال ٿيندو هو. سترهين صدي ۾ فرانس ۽ جرمني ۾، انهي اصطلاح جو استحصال سياسي ماڻهن لاءِ هو، ۽ پوءِ 'روسو' ان کي رد ڪيو ۽ چيو ته، بادشاهه ۽ امراءَ قوم ناهن، پر عوام هڪ قوم آهي. روسو جو اهو نظريو آمريڪي ۽ فرانسيسي انقلابن ۾ گهڻو مشهور ٿيو، جنهن ۾ ملڪ جا ماڻهو گڏجي هڪ قوم ٿي پيا. ارڙهين صدي ۾، ان هڪ نظريي جي شڪل اختيار ڪري ورتي ۽ بين الاقواميت جي جاءِ وٺي ورتائين ۽ مغربي يورپ ۾ به ڏاڍو مشهور ٿيو. اوڻهين صديءَ جي آخر ۾، اهو مشرقي يورپ ۽ ايشيا ۾ پکڙيو ۽ ويهين صدي ۾ هي آفريڪا تائين وڃي پهتو..... قومپرستي واري جذبي معاشري ۾ هڪ انقلابي تبديلي آندي، ڇو ته ان کان اڳ ماڻهو شاهي خاندان ۽ چرچ جا وفادار هئا، ان کان پوءِ، انهن جي وفاداري جو مرڪز قوم بڻجي ويئي. هڪ قوم رياست جي جوڙجڪ ۾ مدد ڪئي ۽ ان سان وطن پرستي جو جذبو سرجيو.

يورپ ۾ قومپرستي جي جذبي کي وڌائڻ ۾، فرانسيسي انقلاب ۽ نپولين جي جنگين وڏو اهم ڪردار ادا ڪيو، ڇو ته انهن جنگين ۾ شڪست کانپوءِ جرمني ۽ مشرقي يورپ ۾ اهو احساس پيدا ٿيو ته، کين پنهنجي وجود کي برقرار رکڻ ۽ پنهنجي بچاءُ لاءِ گڏ ٿيڻ تمام ضروري آهي، ان کانپوءِ جرمني ۽ اٽلي ۾ اتحاد جون تحريڪون شروع ٿيون. جرمني ۾ قومپرستي جا جذبا پيدا ڪرڻ ۾، دانشورن ۽ مفڪرن جو وڏو هٿ هو. 'هرڊر' انهي

سلسلي ۾ زبان ۽ ثقافت تي خاص ڌيان ڏنو ۽ چيو ته اهي قوم جي سڃاڻپ جون اهم علامتون آهن. هن جي ويچهي، هر قوم جي ڌار ڌار حيثيت هوندي آهي. هن ڪائنات جي حسن ۽ ميلاپ ۾ نه پر فرق ۽ علحدگي ۾. جڏهن مختلف رنگن جي گلن جو گلدستو ٺهندو آهي، ته اهو وڌيڪ وڻندڙ ۽ سهڻو هوندو آهي، ان لاءِ فطرت قومن کي جبلن دريائن، سمنڊن ۽ رڻ پٽن ذريعي ڌار ڌار ڪري، انهن کي فطري سرحدن ۾ قيد ڪري، انهن ۾ خاص قومي خصوصيتن کي پيدا ڪيو، ۽ انهن سرحدن ۾ انهن پنهنجي زبان ۽ ثقافت کي محفوظ رکيو.... انهيءَ دليل کي ذهن ۾ رکندي ”مادني“ چيو ته، اللي کي خدا هڪ قوم جي حيثيت سان پيدا ڪيو آهي جيڪو پائرين، الپس ۽ رائن جي وچ ۾ گهيريل آهي.

جيئن ته، جرمن انهيءَ تعريف ۾ نٿو اچي. چو ته ان جون سرحدون کليل هيون، ان لاءِ ”فشٽي“ ان تي زور ڏنو ته، هڪ زبان ڳالهائيندڙ هڪ قوم هوندا آهن. ڪنهن به قوم جي تشڪيل ان وقت ٿئي ٿي جڏهن هوءَ ٻين قومن کان بلڪل ڌار هجي. ان لاءِ ضروري آهي ته، غير ملڪين کان بچيو وڃي جيئن قومي ثقافت کي ڪا ڪَس نه لڳي. ان لاءِ هن اها سفارش ڪئي ته، رڳو دانشورن ۽ تخليق ڪندڙن کي ٻاهر سفر جي اجازت ڏني وڃي. ان ڳالهه مان هن جو مقصد هي هو ته، جرمن قوم کي سڀني کان ڌار ڪري انهن جي قومي خصوصيتن کي نروار ڪيو وڃي.

جرمني ۾ قوم پرستي جا جيڪي ڌار ڌار نظريا پيدا ٿيا، انهن مان هڪ هي به هو ته، قومي روح زمين جي نظارن مان ئي تخليق ٿيندي آهي، جيئن يهودي رڻ پٽ جا رهڻ وارا هئا، ان لاءِ انهن جا ذهن ويران ۽ ٽٽل رهيا. جرمن قوم جيئن ته، اونداهي، گهاٽي ۽ ڊنڊ وارن جهنگلن ۾ رهيا، ان لاءِ هي گهرا، پراسرار ۽ وسعت وارا آهن. انهن قومي نظرين، جرمن قوم ۾ فاشزم جي جذبن کي پيدا ڪرڻ ۾ واهرو ٿيا.

جڏهن يورپي قومن ايشيا، آفريڪا ۽ آمريڪا ۾ پنهنجون نيون

آباديون قائم ڪيون ۽ آتي جي قومن کي پنهنجي ماتحت بڻايائون ته انهن وٽ هن احساس جنم ورتو ته يورپي قومن کي خدا برتر ۽ افضل ڪري جوڙيو آهي، جنهن ڪري منجهن خاص صلاحيتون ۽ ذهانت آهي جيڪا هاراڻيل قومن ۾ ناهي. ان ڪري انهن ۾ نسلي برتري جو احساس پيدا ٿيو. خود يورپي قومن ۾ سياسي دشمنين ۾ گڏيل واپار جي ڏي وٺ قومي جذبن کي وڌڻ ويجهڻ ۾ مدد ڏني. هر يورپي قوم پنهنجي قومي روايتن کي مضبوط ڪرڻ شروع ڪري ڏنو، جيئن انهن ۾ قومي اتحاد پيدا ٿي سگهي ۽ انهي مان جيڪا سگهه پيدا ٿئي، ان جي بنياد تي نين آبادين ۾ پنهنجي اقتدار کي سگهارو بڻائي سگهجي. ان دور ۾ قوم پرستي حڪمران طبقن جي مفادن ۾ هئي، جنهن کي استعمال ڪري، هو پنهنجي عوام کي قرباني لاءِ تيار ڪري سگهيا ٿي ۽ قومي عظمت لاءِ انهن کي ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪن ۾ موڪلي آتي استعمال ڪري سگهيا ٿي، ۽ ٿيو به ائين، جو انهن ملڪن جي عوام ان فريب ڏيندڙ نعري ۾ اچي، قوم جي نالي تي جانيون ڏيئي 'امپيريل ازم' جي پاڙن کي وڌيڪ مضبوط ڪيو، جنهن مان حڪمران طبقي کي گهڻو فائدو ٿيو.

فرانسيسي انقلاب جي ڪري جڏهن، يورپ ۾ قومپرستي جو جذبو پيدا ٿيو ته، ان سان گڏ اها ڪوشش ڪئي ويئي ته، هو پنهنجي معاشري ۾ جمهوري اقدار کي وڌائين، ۽ عوام کي قومي تشڪيل جي عمل ۾ شامل ڪري، جمهوري حڪومتون قائم ڪن. ان سان گڏ قومپرستي وري سيڪيولر ادارن جي جوڙجڪ تي زور ڏنو، اهڙي ريت اهي قومي تحريڪون، پنهنجي اندر جمهوري ۽ سيڪيولر روح رکندڙ هيون. پر ١٨٤٨ع ۾ يورپ ۾ جيڪا انقلاب جي لهر آئي ۽ ان ۾ ناڪامي ٿي، جنهن ڪري جمهوري سگهن کي نقصان پهتو ۽ ان سان گڏ قومپرستي جو تصور به تبديل ٿي ويو. ١٨٩٠ع تائين اهو هڪ اهڙو رجعت پسند نظريو بڻجي ويو، جنهن جي بنياد تي خود حڪمران طبقي عوام جو استعمال ڪيو،

ان ذريعي، ٿوري بين الاقوامي نظرين جي سخت مخالفت ڪئي وئي ۽ صديءَ جي آخر تائين، انهي جو مقصد هڪ گهٽيل ۽ مختصر معاشري جو ٿي رهجي ويو. اهو نظريو ڇو ۽ ڇالاءِ طبقن لاءِ استعمال ٿيو، ان جو سبب هي هو ته ان صديءَ جي آخر تائين، صنعتي انقلاب ڪري، شهرن جي آبادي وڌڻ شروع ٿي ۽ ان شهر ۽ ٻهراڙي جي زندگيءَ واري فرق کي وڌيڪ ظاهر ڪيو. ڳوٺن ۾ ثقافت محدود هئي، جڏهن ته شهرن ۾ انهي جو ڦهلاءُ وڌيڪ هو. شهرن ۾ عوام ۽ حڪمران طبقي جي وچ ۾ اختلاف وڌندا ويا. ڇو ته عوام اڻ پڙهيل ۽ جاهل هئي، ان ڪري دلفريب نعرن ذريعي، حڪمرانن انهن کي استعمال ڪيو ۽ ڇو ته هن طبقي جا ساٿهو پڙهيل لکيل هئا ۽ قومي قيادت تي سندن قبضو هو، ان ڪري انهن قومپرستي کي نسل پرستي ۽ فاشزم بنائي، انهن مفادن جي وڌڻ خاطر عوام کي پاڻ سان گڏ ملايو.

انهي صدي ۾، قومپرستي ۽ معاشيات جو عنصر شامل ٿيو. معاشي تحفظ ۽ قومي صنعت جي ترقي لاءِ، غير ملڪي شين جي اچڻ تي يا ته ڳرو ٽيڪس لڳايو ويو يا ان تي مڪمل پابندي وڌي ويئي. ٻئي پاسي، نسل پرستي جي جذبي، قومن ۾ نسلي برتري جا جذبا پيدا ڪيا، انهن ٻنهي نظرين ڪري طاقتور قومن ڪمزور قومن جي حقن کي پائمال ڪيو.

اوڻهين صدي جي خصوصيت هيءَ به آهي ته، ان دور ۾ قومپرستي جي جذبي هيٺ، رياستون متحد ٿي رهيون هيون. انهن ۾ اٽلي ۽ جرمني کانسواءِ پولينڊ، رومانيه، يوگوسلاويه، بلغاريه، يونان ۽ چيڪوسلواڪيه خاص قابل ذڪر آهن. مارڪس ۽ اينگلز وڏي رياستن جي اتحاد جا حامي هئا. مارڪس خود بين الاقوامي ذهن رکندڙ هو، هن قومي رياست جي ان ڪري مخالفت ڪئي ته ماڻهن جي ان سان وفاداري ٿي وڃي. هو صرف سياسي وفاداري جو قائل هو ۽ اها هئي بين الاقوامي مزدورن جي جماعت ۽ سوشلزم. هن ان ڳالهه تي زور ڏنو ته، پين قومن جي مزدورن ۽ سوشلسٽن سان

اتحاد قائم ڪيو وڃي، ان لاءِ مارڪس تي اهو الزام آهي ته،
هن قومي جذبن ۽ ان جي ڪردار کي گهٽ ڪري محسوس ڪيو.
اها ڳالهه ٺيڪ آهي ته، قوم پرستي يورپ جي پيداوار آهي، پر
ڇا نئين آبادياتي ملڪن ۾ ان نظريي کي يورپ ٿي روشناس ڪرايو؟
انهي ڳالهه جا حامي اهو دليل ڏين ٿا ته نئين آبادياتي نظام، ان
ملڪن جي پهرين زندگي تي اثر وڌا، ڳوٺ ٿي زندگي جا ايستائين
هڪ جاءِ تي بيٺل هئي آن ۾ ڇرپر پيدا ٿي، نئين آبادياتي نظام،
مقامي صنعتن کي ختم ڪرڻ شروع ڪيو ته، ماڻهن شهرن طرف
لڏپلاڻ ڪرڻ شروع ڪئي. ڳوٺاڻا، جيڪي ڳوٺ کي پنهنجو
ملڪ سمجهندا هئا ۽ سندن ڳوٺ سان ذهني لڳاءُ هو، سي جڏهن
شهرن ۾ آيا ته، سندن ذهن وسيع ٿيو ۽ سندن ثقافتي حدن ۾ واڌارو
ٿيو. ڇو ته اتي مختلف برادرين ۽ قبيلن جي ماڻهن جو پاڻ ۾ ميل
ميلاپ شروع ٿيو.

انهي عمل ۾ جاگيردار ۽ دولتمند طبقن جي ٻارن مغربي
تعليم حاصل ڪئي ۽، ڊاڪٽر، وڪيل، انجنيئر ۽ انتظاميه جي
عهدن تي ويهي پاڻ کي امپيريل نظام سان ڳنڍي ڇڏيائون. هو
پاڻ لاءِ مغربي تهذيب کي نعمت سمجهڻ لڳا، منجهن انهي احساس
جنم ورتو ته، مغربي ملڪن جي نگراني ۾، هو جديد تهذيب ۽
تمدن سان سينگاريا ويا آهن. انهي مغربي تعليم يافته طبقي کي
نئين آبادي نظام ۾ آهستي آهستي حڪومتي اختيار ڏنا ويا ۽
اهي ملڪ آن وقت آزاد ٿيا جڏهن کين مٿان نگراني جي ضرورت
نه رهي. انهي دليل هيٺ نون آباد ٿيل ملڪن جي آزادي ڪنهن
جدوجهد جو نتيجو نه پر اهو انهن لاءِ هڪ تحفو آهي، جيڪو
انهن کي آن وقت مليو، جڏهن انهن ۾ عقل بالغ ٿيو.

انهيءَ جي مخالفت ۾ جيڪو دليل ڏنو ٿو وڃي، آهو هي
آهي ته نئين آبادياتي نظام، پنهنجي ماتحت ملڪن ۾ آزاديءَ انساني
حقن ۽ جمهوري ادارن کي ختم ڪيو، ڇو ته انهي نظام جو بنياد
جمهوري قدرن تي نه، پر تشدد تي هو. آهي ماڻهن کان رڳو مڪمل

وفاداري ۽ اطاعت جا طالب هئا ۽ عوام کي انهن سدائين ائين رکڻ ٿي چاهيو. انهي استحصالي رويي جي نتيجي ۾ قومي تحريڪون پيدا ٿيون جن جون پاڙون يقيني طور تي مقاسي ماڻهن ۾ هيون.

جيڪڏهن پهرين ڪي. بيان ڪي ٻيو وڃي ته، ان جو مطلب هي ٿيو ته، يورپ آزادي ۽ جمهوريت کي ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪن ۾ ڦهلايو ۽ انهن ملڪن ۾ قومپرستي، نئين آبادياتي نظام جي ٿيل استحصال جي نتيجي ۾ پيدا نه ٿي، پر اها يورپي تعليم ۽ ذهني سوچ جي ڪري ٿي، جنهن انهن جي خيالن کي روشن ڪيو ۽ اهڙي ريت انهن ملڪن جي آزادي يورپ کان مليل خيرات آهي.

نئين آبادي ۾، قومي تحريڪن ۾، ٽن طبقن جي پاڻ ۾ ويڙهه ٿي، هڪ طرف رياست جا مالڪ، زميندار، جاگيردار ۽ پراڻا حڪمران هئا، جن جا مفاد امپيريل طاقتن سان گڏ هئا ۽ اهي انهن جي حمايت ڪري، پنهنجن سهوليتن جو تحفظ ڪرڻ ٿي چاهيائون، ٻئي پاسي غير-ملڪي اقتدار هو، جيڪو انهي طبقي جي حمايت سان پنهنجي اقتدار کي مضبوط ۽ سگهارو سمجهيو ويٺو هو. انهن ٻنهي طبقن جي مخالفت، قومپرست طبقا ڪري رهيا هئا، انهن جو تعلق وچولي طبقي سان هو، اهي آزادي ۽ قومي اتحاد جا علمبردار هئا، انهن جي ڪوشش هئي ته، قبائلي، ذات پات ۽ مذهبي فرق کي ختم ڪري عوام کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪيو وڃي، ڇو ته عوام جي طاقت کانسواءِ، اهي امپيريل سگهه سان وڙهي نٿي سگهيا. انهيءَ ڪري امپيريل طاقت جي فائدي ۾ اها ڳالهه هئي ته، هو عوام ۾ فرقه واريت اختلافن کي اڀاريندي رهي، جيئن انهن ۾ اتحاد قائم نه ٿي سگهي ۽ قومپرستي جا جذبا ابري نه سگهن. ان ڪري قومپرست طبقن جي ڪاميابي جو سڄو دارومدار انهي ڳالهه تي هو ته، هو ڪهڙي ريت ماڻهن ۾ هڪ قوم جي هئڻ جو احساس پيدا ڪن. ان لاءِ انهن هن ڳالهه تي زور ڏنو ته، هيءَ هڪ سياسي تحريڪ آهي ۽ هن جو مقصد اهو آهي ته قومي وقار جو تحفظ

ڪجي. انهيءَ مقصد ماڻ لاءِ هنن غير ملڪي اقتدار، انهيءَ جي رويي ۽ اُن جي استحصال کي، انهن عوام اڳيان ائين پيش ڪيو، جو هڪ پاسي انهن ۾ مظلوم هئڻ جو احساس پيدا ٿيو ته ٻئي پاسي انهن جي استحصال کان نفرت پيدا ٿي.

قومي اتحاد ۽ قومي فخر کي پيدا ڪرڻ لاءِ تاريخ جو سهارو ورتو ويو ۽ هر قوم انهيءَ ڳالهه جي ڪوشش ڪئي ته، پنهنجي شاندار ماضيءَ جي تخليق ڪن جنهن جي بنياد تي، خوشي ڏيندڙ مستقبل لاءِ ڪم ڪيو وڃي. آزادي جي تحريڪ ۽ جنگ دوران جيڪي شخصيتون اڀريون انهن کي قومي هيرو ڪري پيش ڪيو ويو. پيا ڪيترائي ملڪ جتي آزادي لاءِ هڪ ڏکي جنگ نه وڙهي ويئي آتي انهن مزاحمت ڪئي، تحريڪ کي وڏائي پيش ڪيو ويو، قربانين ۽ جدوجهد کي تمام گهڻو وڏائي پيش ڪيو ويو، بعد ۾ انهن شخصيتن ۽ انهن خاندانن انهن قربانين جي بدلي ۾، ملڪ ۽ قوم کان سياسي اقتدار ۽ پيون سهوليتون ورتيون. اهڙي ريت تاريخ ۾ به اعليٰ جاءِ والاري ۽ هن دنيا ۾ به سڀئي مادي سهوليتن مان فائدو حاصل ڪيائون.

نئين آباديادتي نظام جي خاتمي تي، جڏهن قومي رياست جي تشڪيل جو ڪم شروع ٿيو ته نئين قوم سڀ کان پهرين قومي سڃاڻپ جي علامتن کي اختيار ڪيو. انهن ۾ جهنڊو ۽ قومي ترانو قابل ذڪر آهن. جهنڊي جي رنگ ۽ انهن جي نشانن ۾ قومي جدوجهد، خيالن کي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، قومي تراني ۾ زمين، وطن ۽ قوم سان محبت جي جذبن کي اڀاريو ويو. ٻئي سرحلي ۾، نئين آباديات دور جا نالا بدلايا ويا. رستن، گهٽين، عمارتن ۽ باغن جا نالا قومي هيروز جي نالن پٺيان رکيا ويا، شهرن جا نالا تبديل ڪري انهن کن پراڻن نالن سان سڏيو ويو. اڪثر ملڪن، نوان گاديءَ جا هنڌ تعمير ڪيا، جيئن انهن جي خوبصورتي ۽ شان و شوڪت ۾ ملڪ جي غريبي ۽ عيبن کي لڪائي سگهجي، ۽ حڪمران طبقا عوام کان ڌار ٿي هڪ ڌار جزيره ٺاهي آتي آرام

۽ سڪون سان رهي سگهن.

قومي رياست جي تشڪيل ۾، قومي شاعرن به اهم حصو ورتو ۽ ان کي اهو اعزاز ڏنو ويو ته، جيڪڏهن شاعرن جي شاعري قومي جذبن جي عڪاسي ڪري ته پوءِ ڪابه ڏکيائي اڳيان ڪانه ٿي اچي، يا وري شاعري جي انهن حصن کي نظرانداز ڪيو ويو جيڪي قومپرستي جي لاءِ موزون نه هئا. شاعر سان گڏ مصور، اديب، فنڪار ۽ موسيقار به ڳولهيا ويا جن جي محنت جي بنياد تي قومي ثقافت کي تعمير ڪيو ويو.

نون آزاد ٿيل ملڪن ۾، قومي زبان هڪ مسئلو ٿي نروار ٿي، ڇو ته انهن ملڪن ۾ هڪ کان وڌيڪ زبانون ڳالهايون ٿي ويون، ان لاءِ ٻين زبانن کي نظرانداز ڪري، هڪ زبان کي قومي ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هو. يورپ ۾ اهو ان لاءِ آسان هو ته، اتي اڪثر ملڪن ۾ هڪ ئي زبان ڳالهائي وڃي ٿي. مثلاً: جرمني ۳۵۰ رياستن ۾ ورهايل هو، پر انهن جي زبان هڪ هئي. انهيءَ جي مقابلي ۾ نائيجيريا ۾ ۲۰۰ زبانون ڳالهايون وڃن ٿيون، ان لاءِ زبان جي مسئلي تي انهن ملڪن ۾ جهيڙا جهڳڙا ٿيا ۽ اڪثر ملڪن ۾ اڃان تائين اهو مسئلو حل نه ٿي سگهيو آهي.

نون آزاد ٿيل ملڪن ۾، قومي تحريڪن جي نتيجي ۾ طاقتور شخصيتن جنم ورتو، جن شخصي حڪومتون قائم ڪري جمهوري عمل ۽ جمهوري قدرن کي سخت نقصان پهچايو، انهن پنهنجي آمر حڪومتن جي بقا لاءِ، انهيءَ ڳالهه جي ڪوشش ڪئي ته، عوام ۾ قومپرستي جي انهن جذبن کي زنده رکيو وڃي، جن جي بنياد تي انهن غير ملڪي اقتدار جي خلاف جنگ وڙهي هئي. انهن جذبن کي زنده رکڻ لاءِ انهن، ملي نغمن ۽ قومي ترانن جو سهارو ورتو، جيڪي ريڊيو ۽ ٽي وي ذريعي مسلسل ماڻهن کي ٻڌايا وڃن ٿا.

آزادي کان پوءِ، قومي حڪومتن جي ناڪامي جي نتيجي ۾، عوام تي اهو ظاهر ٿي ويو ته، غير ملڪي اقتدار مان آزادي انهن

جي صحيح آزادي نه هئي ۽ اڃان هڪ آزاديءَ جي جنگ ڪين حڪمران طبقي خلاف وڙهڻي آهي. ان لاءِ رد عمل طور تي، انهن ملڪن ۾، جتي ڪيتريون قومون آباد هيون آتي لساني ۽ نسلي بنيادن تي قومپرستي جي هڪ نئين تحريڪ جنم ورتو. جنهن قومي سوال کي پيدا ڪيو ۽ اها به ڪوشش ڪئي ويئي ته، طبقاتي جدوجهد ذريعي، رياست جي مڙني قومن جي مظلوم طبقن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري، حڪمران طبقي خلاف جنگ ڪئي وڃي.... انهي سلسلي ۾ 'روزالڪزمبرگ' چيو ته، اهو معاشرو جيڪو طبقن ۾ ورهايل هجي، ان ۾ قوم، سماجي ۽ سياسي حيثيت سان وجود ۾ نٿي اچي سگهي. هر قوم ۾ ڪيترائي طبقا ٿين ٿا، جن جا مفاد پاڻ ۾ ٽڪرجن ٿا. ڪنهن به صورت ۾ پرولتاري ۽ بورزوا طبقي جا مفاد برابر ٿي نٿا سگهن، اهو ضرور ٿيو ته جڏهن، نئين آباديات ۾ غيرملڪي اقتدار سان جنگ وڙهي ويئي ته، اهي سڀ طبقا، قومپرستي هيٺ هڪ ٿي ويا، پر آزاديءَ کان پوءِ، اهي وري ملڪ حڪمران ۽ مظلوم طبقن ۾ ورهائجي ويا ۽ حڪمران طبقي، عوام کي اقتدار يا سهوليتن ۾ شريڪ ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

انهيءَ لاءِ 'روزالڪزمبرگ' جو هي دليل آهي ته، قومپرستي هڪ رجعت پرست نظريو آهي، جيڪو سدائين بورزوا کي اپيل ڏنو ڪري، هڪ اهڙي معاشري ۾، جتي صنعتي مزدور طبقو مڪمل باشعور هجي، آتي سوشل ازم ۽ سوشل ازم جي جنگ ۾ سوشل ازم هار کائي ويندو.

برطانوي دانشور 'هابس بام' موجوده دور ۾، قومپرستي جو تذڪرو ڪندي، انهي ڳالهه جو اشارو ڪيو آهي ته، ١٩ هين صدي ۾، انهي نظريي هيٺ، رياستون متحد ٿي رهيون هيون، پر موجوده وقت ۾، وڏيون رياستون ٽڪرن ۾ ورهائجي رهيون آهن ۽ ننڍيون رياستون پيدا ٿي رهيون آهن. هن وقت قومي تحريڪن جو مقصد اهو آهي ته، وڏين رياستن کي ورهايو وڃي.... انهي صورتحال تي تبصرو ڪندي هو چوي ٿو ته، ننڍين رياستن جي تشڪيل

ڪري، پرولتاري طبقو ڪمزور ٿئي ٿو. جڏهن وڏي رياست ٽٽي ٿي ۽ علائقا ڌرا ڌار ٿين ٿا ته ان سان گڏوگڏ بورزوا طبقا طاقتور ٿي وڃن ٿا ۽ پرولتاري ٽڪرا ٽڪرا ٿي انهن جي" هيٺان ٿي وڃن ٿا. اڄ جي دور ۾ جڏهن بين الاقوامي ڪارپوريشنون دنيا جي معيشت تي قبضو ڪريو ويٺيون آهن تيستائين قومي رياست خودمختيار ٿي نٿي سگهي، اهڙي صورت ۾، مقامي بورزوا، انهن جا ايجنٽ بڻجي عوام کي ڦرين ٿا، ان لاءِ جڏهن هينئر سرمايه داري بين الاقوامي بڻجي چڪي آهي ۽ ننڍيون توڙي وڏين رياستن جي سرحدن کي ٽوري ڇڏيو آهي، ان لاءِ رياستن جو وجود بيڪار ٿي ويو آهي، اهڙي حالت ۾ ننڍيون رياستون ڏاهڻ، بين الاقواقوامي سرمايه داري کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ آهي ۽ اهو هڪ رجعت پرست قدم آهي.

قومي سوال ۽ علحيدگي جي تحريڪن کي حل ڪرڻ لاءِ، وڌيڪ قومي رياست لاءِ ضروري آهي ته، پنهنجين قومن کي گهٽي کان گهٽيون سهوليتون ڏنيون وڃن ۽ کين جمهوري عمل ۾ شريڪ ڪجي چو ته، انهي حالت ۾، انهن کي وطن سان محبت پيدا ٿيندي. پر جيڪڏهن اڪثريت، طاقت ذريعي پنهنجي حصي کان وڌيڪ ورتو ۽ ننڍين قومن جا حق غضب ڪيا ته انهي صورت ۾، قومي يڪجهتي برقرار نه رهندي ۽ ملڪ کي ورهاست طرف وٺي ويندي جيڪو يقيني طور تي ڪنهن به ملڪ يا قوم لاءِ هڪ الميو هوندو.

# پاڪستان ۾ قوميتي مسئلي جو تجزيو

پاڪستان هڪ ملڪ آهي پر هڪ قوم نه ، قوم جي تشڪيل لاءِ، جيڪو هڪ تاريخي عمل ضروري هوندو آهي آهو پاڪستان ۾ اڃان شروع نه ٿيو آهي ۽ نه ئي وري ٻڌي ۽ برابري واري جذبي جو بنياد پيو آهي. ان لاءِ هتي چار قومون آهن، جيڪي پنهنجي تهذيب، ثقافت، زبان، نسلي برابري ۽ جاگرافيائي حدن جي بنياد تي پنهنجي سڃاڻپ کي برقرار رکيو اچن.

پاڪستان ۾ ابتدا کان ئي، ان ڳالهه جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي ته، مذهب جي بنياد تي هڪ قوم جو تصور تخليق ڪيو وڃي، پر معاشي ۽ سياسي مفادن جي ڪري اهي سڀ ڪيل ڪوششون ناڪام رهيون، ۽ هوندي به پاڪستان جي پنهنجي ڪا هڪ زبان به ڪونهي، جا انهن چئن قومن کي پاڻ ۾ جوڙي سگهي. جمهوري ادارن جي نه هئڻ ۽ اظهار تي پابندي ڪري هڪ قوم ٿيڻ جو عمل شروع نه ٿي سگهيو آهي، جنهن ڪري هر قوم پنهنجي ڌار سڃاڻپ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل آهي.

قومپرستي جا جذبا، مثبت ۽ منفي، ٻنهي قسم جي عملن کي وڌيڪ سگهارو بنائي ٿي ۽ انهن جذبن هيٺ قومون آزادي جي جنگ وڙهن ٿيون. سامراج خلاف جدوجهد ڪن ٿيون، سياسي ناانصافين خلاف جهاد ڪن ٿيون ۽ پنهنجن حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪن ٿيون، پر جيڪڏهن قومپرستي جي جذبن کي انتها پرستي تائين وٺي وڃجي، نسلي برتري ۽ تهذيبي فضيلت کي ذهن ۾ رکيو وڃي، ته اهي جذبا فاشزم ۽ صيهونيت جو روپ وٺي ٿا وڃن. ان لاءِ انهيءَ موقعي تي، اهو سوال ذهن ۾ اچي ٿو ته، پاڪستان ۾ قوميت واريون تحريڪون ڪهڙو ڪردار ادا ڪري رهيون آهن؟ ۽ انهن تحريڪن جي نتيجي ۾ ڪهڙا نتيجا

نڪري رهيا آهن؟ پاڪستان ۾ قومن جا جذبا ۽ تحريڪن جي ابتدا، مرڪز جي وسيع اختيارن جي ڪري ٿي. جڏهن پنجاب جي حڪمران طبقن فوج، بيوروڪريسي ۽ صنعت و حرفت تي پنهنجو مڪمل ڪنٽرول ڪري ورتو، تہ ننڍن صوبن جا آهي طبقا، جن کي اقتدار ۾ شامل نہ ڪيو ويو تہ انهن قوميتن جي تحريڪ کي وڌيڪ بهتر بنائڻ ۾ ڀرپور حصو ورتو.

اهڙي ريت قوميتن جي تحريڪن جو جوڙيندڙ مڏيون ۽ وچين طبقي جا ماڻهو آهن، جيڪي چاهين ٿا تہ، انهن کي حڪومتي ادارن ۾ نوڪريون ڏنيون وڃن، سياسي ادارن ۾ نمائندگي ڏني وڃي، صوبن کي پوري طرح خودمختياري ملي، جيئن صوبي جي انتظام کي هو هلائي سگهن ۽ صنعت و حرفت جي قيام لاءِ انهن جي مدد ڪري سگهجي. ان لاءِ قوميتن جي تحريڪ ۾ ٻہ ڳالهيون وڏيون اهم آهن، هڪ طرف مڏيون ۽ وچولو طبقو پنهنجن مفادن جي پوراڻي لاءِ حڪومت تي دٻاءُ وجهي ٿو تہ ٻئي طرف، انهن تحريڪن کي وسيع ڪرڻ ۽ ان ۾ عوام کي شريڪ ڪرڻ خاطر ان جا بنياد وسيع ثقافتي عنصرن تي رکڻ چاهين ٿا.

.... جڏهن ثقافت يا ڪلچر جي ڳالهہ ٿئي ٿي تہ هو اها ڳالهہ وساري ٿا ڇڏين تہ هر قوم ۾ ٻہ قومون ٿين ٿيون ۽ انهن ٻنهي قومن جا ڪلچر ڌار ڌار ٿين ٿا، انهن تحريڪن جي اڳواڻي ڪرڻ وارن جو واسطو، انهن طبقن سان آهي، جن جي مفادن ۾، انهن ثقافتي ادارن ۽ روايتن جو تحفظ شامل آهي، جن جي بنيادن تي هي پنهنجي سهوليتن کي قائم رکي سگهن ۽ جڏهن حڪومتي ادارن ۽ حڪومت ۾ شامل ٿيڻ جو وقت اچي، تہ رڳو انهن کي موقعو ملي سگهي ۽ هو پنهنجي قوم جي نمائندگي ڪري سگهن. ان لاءِ قوميتن جي تحريڪ ۾، استحصالي ادارن ۽ روايتن خلاف هڪ لفظ بہ نٿو ڳالهائي سگهجي پر انهن کي ثقافتي اهميت ڏيئي، انهن جي خوبين ۽ وقار کي ظاهر ڪيو وڃي ٿو، انهن ۾ جاگيرداري، پيرپرستي، مزار، عرس، سجاده نشيني، خانداني شرافت ۽ فضيلت،

جيئن سادات وغيره، عالم، مشائخ ۽ صوفي خاص آهن، انهن ادارن ۽ روايتن کي، قومي ثقافت ۽ ان جو ورثو سمجهي، ان جي حفاظت ڪئي ٿي وڃي ۽ ان کي پوري طرح فروغ ڏنو وڃي ٿو.... انهيءَ ۾ مزي واري ڳالهه اها آهي ته حڪومت به انهن شين ۽ ڇڏبن سان فائدو وٺي رهي آهي، ڇوته اهي سڀ شيون، حڪمران طبقي جي فائدي وٽان آهن ته انهن استحصالي ادارن ۽ روايتن کي زنده رکيو وڃي، جيئن موجوده نظام طاقتور ۽ مضبوط رهي، ان لاءِ مزارن تي پڙ چاڙهڻ، عرس ملهائڻ، ۽ جاگيردارن توڙي پيرن جي مٿي تي هٿ رکيو ٿو وڃي.

جڏهن هڪ دفعو اهي سڀ ادارا قوميت جي نالي ڇي علامت بڻجي وڃن، ته هڪ عام ماڻهوءَ ۾، انهن شين لاءِ احترام ۽ تقدس پيدا ٿي ويندو آهي ۽ انهن کي پنهنجي قومي روايتن جو حصو سمجهي، نه رڳو انهن سان محبت ڪري ٿو پر انهن کي پاڪ سمجهي، انهن جو دفاع به ڪري ٿو.... انهيءَ ڪري قومي تحريڪن جي اثر هيٺ جيڪي تاريخون لکيون پيون وڃن، انهن ۾ شخصيتن کي هيرو ڪري پيش ڪيو پيو وڃي ۽ عوامي جدوجهد توڙي ڪوششن کي نظرانداز ڪيو پيو وڃي ۽ تاريخ جي مٿي جا موڙ وڏين هستين جي مٿي تي ڏڌا پيا وڃن جنهن ڪري عوام مان اعتماد جو جذبو ختم ٿي رهيو آهي.

ان لاءِ مٿيون وچيون طبقو، انهن تحريڪن ذريعي حڪومت تي مسلسل زور وجهي رهيو آهي ته، انهن کي وڏ کان وڏ نوڪريون ڏنيون وڃن. اهڙي ريت هي، پنهنجن ذهين ماڻهن کي حڪومت جو هڪ حصو ڏاهي رهيا آهن ۽ ڏيندو ائين رهيو آهي ته جڏهن هڪ دفعو اهي استحصالي نظام جو حصو بڻجي ٿا وڃن ۽ حڪومت کين پنهنجي اقتدار ۾ شامل ڪري ٿي وٺي ته پوءِ اهي ئي ماڻهو، پين کان وڌيڪ حڪومت ۽ استحصالي طبقي جا حامي ٿي وڃن ٿا ۽ انتها پسند حمايتن جو ڪردار ادا ڪري، اهي پنهنجن ئي ماڻهن کي پيڙهي، انهن کي پنهنجن حقن کان محروم ڪري ٿا ڇڏين.

ان لاءِ قوميتن جي تحريڪ جي بيهڪ هڪ طرف تہ، طبقاتي مفادن تي ٻڌل آهي تہ ٻئي طرف عوام جي شموليت ڪري ان کي ثقافتي رنگ ڏنو ٿو وڃي، انهي ذريعي مٿيون ۽ وچيون طبقو استحصالي ادارن جو تحفظ ڪري ٿو. قوميتن واري تحريڪ ۾، آهي نعرا هنيا وڃن ٿا جن جو واسطو عوام جي بنيادي مسئلن سان نہ هوندو آهي. غربت، بک، زندگي ۽ هيٺين پيڙهيل طبقي بدران، بحراني ۽ وقتي مسئلن کي اڀاريو وڃي ٿو ۽ انهن جي بنياد تي، حڪومت سان ڏاهم ڪرڻ جي سگهہ کي مضبوط ڪيو وڃي ٿو، انهن بحراني مسئلن جي خاتمي کانپوءِ، اوچتو اهي تحريڪون ننڍ شروع ٿي ٿيون وڃن ۽ پوءِ وري ڪنهن ٻئي بحران اچڻ جي انتظار ۾ هونديون آهن. جيئن ون يونٽ جي خاتمي کانپوءِ سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جون تحريڪون ختم ٿي ويون. اهو ان لاءِ جو انهن جون پاڙون نہ عوام ۾ آهن ۽ نہ انهن عوام جي مسئلي کي کنيو آهي.

پنهنجي انهي رجعت پسند ۽ طبقاتي مفادن جي ڪري، قوميتن جون تحريڪون، پاڪستان ۾ ڪو مثبت ڪردار نڀائي نہ سگهيون. نہ ترقي پسند سوچ پيدا ڪري سگهيون نہ طبقاتي ڪشمڪش ۽ اختلافن کي اڀاري سگهيون ۽ نہ ئي وري پيڙهيل طبقن ۾ ڪو شعور پيدا ڪري سگهيون.

جيستائين اهي تحريڪون مٿين ۽ وچين طبقي نمان نڪري هيٺين طبقن ۾ نہ اينديون ۽ جيستائين وري طبقاتي ڇڪتاڻ ذريعي حقن جي ويڙهہ نہ ڪئي ويندي، تيستائين ملڪ ۽ معاشري جي نظام کي تبديل ڪرڻ ڏکيو آهي. جڏهن هڪ دفعو طبقاتي مفاد ختم ٿي وڃن تہ پوءِ قومن جا مسئلا بہ سولائي سان حل ٿي ويندا ۽ زبان، ثقافت توڙي تهذيب کي خودبخود فروغ ملندو.

هن وقت پاڪستان ۾ قومن جي وچ جيڪي اختلاف آهن انهن جو بنياد نہ ثقافت تي ۽ نہ وري تهذيب تي آهي پر معاشي مفادن تي آهي. پنجاب جا حڪمران طبقا پنهنجي معاشي مفادن جي

تحفظ لاءِ، ننڍين قومن جي نڙيءَ تي ننهن ڏيئي ويٺا آهن، جيڪڏهن انهن معاشي اختلافن کي طبقاتي جدوجهد ذريعي، انهن کي ختم ڪيو ويو ته انهيءَ شڪل ۾، قومن جي ثقافت جي ترقي ۾ ڪابه رنڊڪ نه رهندي.

پاڪستان ۾ قومن سان جيڪي آرهم زورايون ۽ ڏاڍايون ٿيون آهن ان جا ذميدار پنجاب جا حڪمران طبقا آهن. ان لاءِ، انهن سان عوام کي شامل ڪرڻ ۽ سڄي پنجابي قوم کي ڏوهي ٺهرائڻ صحيح ڪونهي. ان لاءِ جيڪڏهن سڄي پنجابي قوم کي ڏوهاري قرار ڏنو وڃي ٿو ته، انهيءَ جي رد عمل ۾، پنجابي قوم-پرستي زور وٺي ويندي ۽ اهڙي صورتحال ۾ ننڍين قوميتن لاءِ ڏکيائي ٿي پوندي ته هو قوم پرستي جي بنياد تي پنجابي قوم جو مقابلو ڪري سگهن، ڇوته پنجاب پنهنجا طبقاتي تضاد ختم ڪري قوميت جي بنياد تي متحد ٿي ويندو ۽ وڏي زور سان ننڍين قومن جو استحصال ڪرڻ لڳندو، ان لاءِ پنجابي قوم پرستي جي جذبي کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته، ان جي هيٺين پيڙهيل طبقن سان اتحاد ڪري طبقاتي اختلافن کي اڀاريو وڃي، ڇوته فقط انهيءَ شڪل ۾، پنجاب جا حڪمران طبقا اڪيلا رهجي ويندا ۽ اهائي اڪيلائي انهن جي وڏي ڪمزوري ثابت ٿيندي.

آها هڪ حقيقت آهي ته، پاڪستان ۾ ننڍين قوميتن ۾ قوم پرستي جو جذبو پنجابي حڪمران طبقن جي استحصال جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو، پر هاڻي جيڪڏهن سنڌي قوم جا حڪمران طبقا پنهنجي ثقافتي ۽ مذهبي اقليتن سان اهو رويو رکندا ته انهيءَ جي رد عمل ۾، اهڙيون تنظيمون پيدا ٿينديون جيڪي لساني بنيادن تي، پنهنجي سڃاڻپ لاءِ هٿ پير هڻنديون. سنڌ ۾ ايندڙ ۽ آباد ٿيندڙ مهاجرن ۾ به سيڪڙو آنهن موقع پرستن جو به هو، جيڪي هتي رڳو مالي فائدي حاصل ڪرڻ لاءِ آيا ۽ انهيءَ تعداد ڪوڙن ڪليمن ذريعي انيڪ فائدا حاصل ڪيا، انهن کانسواءِ اڪثريت آنهن ماڻهن جي هئي جيڪي ڏپ ۽ مذهبي نفرت ڪري هتان

پڇي نڪتا.

ـ اها هڪ حقيقت آهي تہ طاقت، جبر ۽ ظلم جي زور تي ڪنهن گروهہ کي وڏي عرصي تائين دٻائي نٿو رکي سگهجي ۽ انهي جي ئي رد عمل ۾ قومپرستي جا نقصان ڏيندڙ اثر مرتب ٿين ٿا، جيڪي جبر جو حل عليحدگي ۾ ڳولهين ٿا. سنڌودیس جو نعرو بہ انهيءَ رد عمل جو نتيجو آهي ۽ اڳيان هلي مهاجر بہ صوبي جو مطالبو ڪرڻ لڳندا.

# پاڪستان جي تاريخ "قديم دؤر"

پاڪستان ۾ تاريخ نويسي حڪومت ۽ سياسي ضرورتن هيٺ آهي، جهڙي ريت وچئين دؤر ۾، مورخ دربار ۽ بادشاهه جا سرڪاري نوڪر هوندا هئا ۽ مالڪن جي مرضيءَ سان تاريخ لکندا هئا، پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ هتي به ائين ٿي ٿيو ۽ اسانجي مورخن به، حڪومتن جي حڪمن هيٺ تاريخي نقطهِ نظر کي جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ حڪمران طبقي جي سياسي مفادن تحت تاريخ لکي، پاڪستان جي تاريخ جي ابتدائي دؤر ۾، اسانجي حڪمرانن کي، اسانجي مورخن جي عقل ۽ علم تي شڪ هو، ان لاءِ انهن باني پاڪستان جي تاريخ (سوانح) "هيڪٽر بوليٿو" کان لکرائي ۽ پاڪستان جي قديم تاريخ جو ڪم "وهيلر" جي حوالي ڪيو ويو، جنهن "پاڪستان جا پنج هزار سال" نالي ڪتاب لکيو.

جڏهن ايوب خان اقتدار ۾ آيو، تہ آن پاڪستاني مورخن جي هڪ ميٽينگ گهرائي ۽ انهيءَ ۾ ان خيال جو اظهار ڪيو تہ، پاڪستان جي تاريخ کي قومي خيال کان تحرير ڪيو وڃي ۽ خاص ڪري آن خطي جي تاريخ جنهن جو هاڻي پاڪستان نالو آهي، ان جي قديم تمدن متعلق تحقيق ٿيڻ گهرجي. ان ڳالهہ کي اڳيان رکي، اشتياق حسين قريشي، ڊاڪٽر احمد حسن داني ۽ ٻين مورخن، پاڪستان جي تاريخ کي اهڙي نقطي کان لکيو جو، جنهن ۾ برصغير هندوستان ۾ ٿيل تاريخي واقعن جو مرڪز هن خطي کي بنايو ويو جنهن جو نالو ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان پيو، انهيءَ جو بنيادي مقصد هي هو تہ، اهڙي ريت هن خطي جي ڌار سڃاڻپ قائم ڪئي وڃي ۽ ان جي ڌار تاريخي حيثيت کي ميڙايو وڃي. ان جو خيال هو تہ، ائين ڪرڻ سان پاڪستاني قوميت پيدا ٿيندي ۽ هن خطي جي ماڻهن ۾ جيڪي ثقافتي تعلقات آهن آهي مضبوط ٿيندا، آن

وقت مشرقي پاڪستان، انهن ليڪن لاءِ هڪ مسئلو بڻيل هو ته کهڙي ريت هو ان کي تاريخ جي پيچري ۾ جوڙين، پر ان جي ڏار ٿيڻ کانپوءِ ان جو به حل نڪري آيو.

هڪ ٻي ڪوشش اِها به ٿي ته، هن خطي کي برصغير کان ڌار ڪري هــن جـو تهذيبي ۽ ثقافتي واسطو وچ ايشيا ۽ مشرق وسطيٰ سان جوڙيو وڃي، ڇوته انهيءَ حالت ۾، اِهـو هندو تهذيب مان ڌار ٿي مسلم تهذيب جو هڪ حصو ٿي پوندو. ان لاءِ دليل هي ڏنو ويو ته، هندوستان ۾، مسلمان حڪمرانن جي دؤر ۾، وسط ايشيا ۽ مشرق وسطيٰ جـا خيال ۽ نظريا تيوڙي ثقافتي اثرات تمام گهرا هئا ۽ هڪ لحاظ کان، هي آن تهذيب جـو هڪ حصو هئي. انهيءَ سوچ هيٺ، انهن علائقن مان جيڪي به حملهآور آيا ۽ هتي اچي حڪومتون قائم ڪيائون، انهن کي هيرو ڪري تسليم ڪيو ويو، ڇوتـه انهن هتي هڪ اعلـيٰ ۽ اوچـي تهذيب جـي سڃاڻپ ڪرائي.... انهيءَ خيال کي اسان جا حڪمران ان لاءِ به ضروري سمجهندا هئا ته، انهن جي خارجه پاليسي جو بنياد ”اينٽي انڊيا“ هو ۽ پاڪستان کي هندوستان طرفان، سدائين پنهنجي وجود جـو خطرو هو. ان لاءِ هو پنهنجو دفـاع ان ڳالهه ۾ سمجهندا هئا تـه، پاڪستان کي تهذيبي ۽ ثقافتي طور تي وچ ايشيا ۽ مشرق وسطيٰ سان ڳنڍيو وڃي ۽ اهڙي ريت عالم اسلام کي متحد ڪري هڪ ڪيو وڃي.

پاڪستاني تاريخ لکڻ وقت اِهـو سوال بـه پيدا ٿيو تـه، پاڪستان ۱۹۴۷ع ۾ وجود ۾ آيو، ان لاءِ پاڪستان جي نالي تي جيڪا تاريخ لکي وڃي ڇا آن جـي شروعات ۱۹۴۷ع کان ڪئي وڃي؟ پر ان کان پهرين جي تاريخ تـه پاڪستان جي ناهي، ڇوته ان وقت پاڪستان جو وجود بـه ڪونه هـو، پوءِ ان کي کهڙي نالي سان لکيو وڃي؟ ۽ ڇا چيو وڃي؟ اڪثر سرڪاري مورخن هي دليل ڏنو ته، جيئن ته هاڻي هن خطي جو نالو پاڪستان آهي، ان لاءِ هتي جي قديم تـاريخ کي ٻه انهيءَ نـالي سان سڏيو وڃـي ۽

"قديم پاڪستان" جي نالي سان انهن هتي جي قديم تاريخ ۽ تمدن متعلق تحرير ڪيو ۽ انهيءَ مقصد تحت هنن لکيو تہ، پاڪستاني قوميت جون پاڙون ٧٠١ع کان پهرين قديم عهد تائين ڦهليل آهن ۽ انهن جو ورثو تمام گهڻو قديم آهي، ان لاءِ ان تي فخر ڪرڻ جي ضرورت آهي.

.... پر ڇا قديم پاڪستان جي تاريخ تي فخر ڪرڻ گهرجي؟ اتي مذهب ۽ پاڪستان جي نظريي ڪجهه ڏکايون پيدا ڪري وڌيون، ڇوتہ مذهب اسلام جي خيال کان، اسلام جي اچڻ کان اڳ پهرين جو سڄو زمانو اونداهو ۽ جاهليت وارو هو ان لاءِ، اسلام کان اڳ واري زماني ۾ جيڪي تهذيبون ۽ تمدنون پيدا ٿيون آهي گمراهي ۽ بدڪاري سان ڀريل هيون. ان لاءِ انهن تهذيبن ۽ تمدنن جي مطالعي ۽ تحقيق جي ڪا بہ ضرورت ناهي. مذهب ان ڳالهہ تي زور ڏئي ٿو تہ انهن کي انهيءَ حالت ۾ رهڻ ڏنو وڃي ۽ انهن قديم کنڊرن ۽ نشانن مان عبرت حاصل ڪئي وڃي.... انهيءَ خيال کان، تاريخ جو عمل اسلام جي اچڻ کانپوءِ شروع ٿئي ٿو، ان لاءِ ان کان اڳ جي تاريخ جي مطالعي جي ڪا بہ ضرورت ناهي.... ان ڪري برصغير جي تاريخ ۾ ان جي ابتدا محمد بن قاسم ۽ محمود غزنوي جي حملن سان ٿئي، ان لاءِ ان کان اڳ واري تاريخ تي نہ تحقيق جي ضرورت آهي ۽ نہ وري ان کي ڄاڻڻ گهرجي ڇوتہ اها اسانجي تاريخ ناهي.... ان جو واسطو گمراهي سان آهي، ان ڪري موهن جو دڙو ۽ گنڌارا جون تهذيبون اسان لاءِ نہ آهن، ان لاءِ انهن جي شان و شوڪت بيان ڪرڻ مذهبي لحاظ کان غلط آهي.

متين ذهني سوچ اسان وٽ گهڻي مقبول آهي ۽ اسان جي نصاب جي ڪتابن ۾ قديم عهد کي نظرانداز ڪري، تاريخ جي ابتدا تڏهن کان ڏيکاري وڃي ٿي، جڏهن کان عرب ۽ ترڪ فاتح برصغير هندوستان ۾ آيا.... ان لاءِ اها ڪوشش ڪئي ويئي تہ، هن خطي جي تاريخ کي ١٩٤٧ع جي سرحدن ۾ بند ڪري لکيو

وڃي ۽ رڳو انهن واقعن کي اجاگر ڪيو وڃي، جيڪي هن خطي ۾ پيش آيا ۽ جڏهن انهن جو بيان ڪيو وڃي ته هندوستان کان ڌار ڪري انهن کي پيش ڪيو وڃي، اها ڳالهه تاريخ جي مفهوم کي يقيناً ننڍڙو ۽ مختصر ڪري پيش ڪري ٿي.... ڇوته برصغير هندوستان جي تاريخ پنهنجو پاڻ ۾ وسعت رکي ٿي، اشوڪ، اڪبر ۽ برطانوي عهد ۾ هي هڪ گڏيل سلطنت رهيا آهن ۽ انهيءَ سڄي تاريخي عرصي ۾ حملوڪندڙ، واپاري، مذهبي اڳواڻ، سياح، خانه بدوش قبيلا ۽ ماڻهو هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تائين هجرت ڪندا رهيا آهن، انهن جا تهذيبي ۽ ثقافتي، رشتا ۽ ڳانڍاپا هڪٻئي سان تمام گهاٽا رهيا آهن.... ان لاءِ اهو نٿو ٿي سگهي ته، اشوڪ، اڪبر يا برطانوي عهد کي رڳو هن خطي تائين محدود ڪري ڇڏجي ۽ ان جي ٻئي حصي کي نظرانداز ڪري ڇڏجي. ۱۹۴۷ع کان پهرين جي تاريخ هندوستان جي تاريخ آهي ۽ ۱۹۴۷ع کانپوءِ جي تاريخ کي پاڪستان جي تاريخ چئي سگهجي ٿو ۽ اها به ۱۹۷۱ع ۾ بنگلاديش جي آزادي کانپوءِ ننڍي ٿي وئي آهي.

اسان وٽ قديم روايت کي نظرانداز ڪرڻ جو جيڪو رجحان آهي، اهو نه رڳو اسانجي ذهني نشو و نما لاءِ خطرناڪ آهي پر ان جي نه هئڻ سان اسانکي پنهنجي قومي سڃاڻپ ۾ به انتهائي ڏکيائي ٿيندي. قديم تاريخ جو مطالعو انساني ذهن کي وسعتون بخشي ٿو ۽ انهن جي مذهبي تهمتن ۽ تنگ نظري کي ختم ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. ڇوته قديم تاريخ جو مطالعو، انهيءَ ڳالهه ڏانهن اشارو ڪري ٿو ته، انسان "هوموسيپين" سان ترقي ڪري ڪيترن نسلن ۾ ورهائجي ويو، انهن ۾ سفيد، ڪارن ۽ هئڊن جو ڪوبه فرق ڪونهي، پر اهو رنگ علائقن جي فطري آب و هوا سان پيدا ٿيا. ان لاءِ تاريخ ۾ ڪوگروهه مخصوص برتري جو حقدار ڪونهي. نسل پرستي ۽ طبقاتي استحصال پوءِ جي تاريخي عمل جي پيداوار آهن. انهيءَ لاءِ اهي نه آفاقي آهن ۽ نه ازل کان. معاشري ۾ قدر، روايتون، رسمون ۽ رواج ۽ اعتقاد تاريخي عمل جي

نتيجي ۾، مطالبن، گهرجن ۽ مفادن تحت پيدا ٿيا آهن، ان ڪري اِهي هر زماني ۾ تبديل ٿيندا رهن ٿا. سڄي انسان جي تاريخ انهي اٿل پٿل جو نالو آهي.

اِها انساني تاريخ ان وقت لکڻ ممڪن ٿي سگهندي، جڏهن تاريخ کي ارتقائي نگاهه سان لکيو وڃي.... جيڪڏهن مذهبي تخليق جي نظريي کي سچيو وڃي ته پوءِ ڪائنات خدا جي حڪم سان پيدا ٿي ۽ بس.... سائنس جي ارتقائي نقطه نظر کان ڪائنات جي تخليق هڪ ڊرامو آهي، جنهن ۾ زندگي آهستي آهستي اڳيان وڌي ۽ جيئن جيئن اِڳيان وڌي ته ڪائنات جا رنگ به تبديل ٿيندا رهيا. هر مرحلي تي هڪ انقلاب جنم وٺي ٿو ۽ ذهن ۾ ان کي ڄاڻڻ ۽ پرکڻ جي خواهش گهري کان گهري ٿي ويندي آهي. بلڪل هڪ جاسوسي ڪهاڻي وانگر، جنهن جي رازن تان پردا کڄندا ويندا آهن ۽ ذهن انهن رازن کان واقف ٿيندو، حيران ٿيندو ويندو آهي. تاريخ انهن ارتقائي مرحلن کي ريڪارڊ ڪري ٿي ۽ انهيءَ سڄي عمل ۾ انسان جدوجهد ڪندو نظر اچي ٿو. جيتوڻيڪ هو پنهنجي تاريخ پاڻ جوڙي ٿو، اڪيلو، ٻين ڪنهن جي مدد کانسواءِ.

انساني معاشري جي تبديلين جي خبر آثارقديمه مان پوي ٿي، جيڪي معاشري جي سماجي، ثقافتي ۽ معاشي تاريخ جا اهم ماخذ آهن. قديم عمارتون، ٿانوَ، زيور، اوزار ۽ لڙائي هٿيارن جي مدد سان ڪنهن به معاشري جي ذهني ۽ شعوري ترقي جي خبر پوي ٿي، ان لاءِ انهن جي حفاظت ڪئي وڃي ٿي ۽ قديم عهد جي شين کي ميوزيمن ۾ محفوظ ڪري رکيو وڃي ٿو.

قديم تاريخ ان ڳالهه جو به اهڃاڻ ڏئي ٿي ته، آخر تاريخ ۾ قومون زوال ڏانهن ڇو وڌيون؟ تهذيبون ڇو موت جو شڪار ٿيون؟ آخر شهر ۽ ڳوٺ ڇو ويران ٿيا ۽ ڦٽا؟ انسان خانه بدوش ڇو ٿيو؟ حملو ڪندڙ ڇو ڪامياب ٿيا؟ انهن سڀني سوالن جا جواب تاريخي عمل ۾ لڪيل هوندا آهن ۽ مورخ جو ڪم اِهو آهي ته، انهن کي ظاهر ڪري. تاريخ ۾ جڏهن به، حڪمران طبقي تبديلي

جي مخالفت ڪئي، نيون ايجادون نه ٿيڻ ڏنيون ۽ نظام کي ساڳئي حالت ۾ برقرار رکڻ تي زور ڏنو ويو. ته انهيءَ جي نتيجي ۾، معاشرو هڪ جاءِ تي بيهي رهيو. انهيءَ جو مثال واديءَ سنڌ جي تهذيب آهي، جتي هٿيار نه هئا، پر حڪمران ۽ واپاري طبقو انهن کان واقف ضرور هو، ڇوته هو ميسوپوٽاميه ۾ هٿيار ڏسي چڪا هئا پر انهن هتي هٿيارن کي ان لاءِ متعارف نه ڪرايو جو انهن کي اهو ڊپ هو ته ونڊائڻ سهوليتون ڦرجي وينديون. پر جڏهن آرين حملو ڪيو ته بغير ڪنهن ٽڪر جي هتي جا رهاڪو هار کائي ويا ۽ هتي جي پوري تهذيب ختم ٿي وئي. ان لاءِ جيڪڏهن تبديلي نه هجي ته، تهذيب هڪ هنڌ ڄمي ويندي آهي ۽ هڪ تڪ سان شيشي وانگر ٽٽي پورپور ٿي ويندي آهي.

قديم تاريخ قومي جذبي ۽ احساس کي جنم ڏئي ٿي، ڇوته جيترو تاريخ جي گهرائي ۾ وڃبو، اوترو ئي قوم جي وڪريل عنصرن ۾ يڪانگت (ٻڌي) نظر ايندي. زبان، ادب، موسيقي، رقص، جنن ڀوتن جا قصا ۽ آکاڻيون ۽ لوڪ گيتن جي بنياد تي قومي ڪردار تخليق ٿئي ٿو ۽ جيستائين انهن جي پاڙن کي ڳولهي ظاهر نه ڪيو وڃي، ان وقت تائين هڪ گهاٽي وڻ جو تصور به نٿو ڪري سگهجي. قومون ڌرتيءَ مان تخليق ٿين ٿيون، ان ۾ انهن جا جذبا ۽ احساس ٿين ٿا. بقول 'شونپهاير' جي ته، فقط تاريخ ذريعي قومن کي مڪمل شعور ملي ٿو ۽ تاريخ قوم جي جڏهن عزت ۽ مرتبو جوڙي ٿي، جڏهن ماضيءَ جي ڪارنامن تي سڀ متفق هجن، پر آها تاريخ قوم جي تشڪيل ڪري ٿي جنهن جو ڳانڍاپو زمين سان هجي. برصغير جي مسلمانن جو الميو اهو آهي ته.... جڏهن انهن ۾ قومپرستي جي تحريڪ آئي ته برصغير جي تاريخ انهن جي مدد نه ڪري سگهي، ڇوته انهن پنهنجي تاريخ کي محمد بن قاسم ۽ محمود غوري کان شروع ڪيو جنهن ۾ جنگ ۽ فتح کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي. ان کان اڳ انهن جون پاڙون هن ڌرتيءَ ۾ نظر ڪين ٿيون اچن، ڇوته انهن جي ادب، زبان، لوڪ گيتن ۽ قصن ڪهاڻين

جو واسطو هن ڌرتيءَ سان آهي. پنهنجي سڃاڻپ لاءِ هنن سدائين هندوستان کان ٻاهر ڏٺو ۽ هندوستان جي قديم تاريخ کي نظرانداز ڪيو. اڄ جڏهن مصري، ايراني، ترڪ، عراقي ۽ شامي پنهنجن قوميتن جو بنياد پنهنجي قديم تمدن ۽ ثقافت تي رکي فخر ڪري رهيون آهن. تہ ڇا اسين پاڪستان ۾ پنهنجي قديم تاريخ کان ڌار ٿي ڪا قومي سڃاڻپ جوڙي سگهون ٿا؟ يقيناً ان سوال جو جواب "نہ" ۾ ئي هوندو. ان لاءِ پاڪستاني قوميت لاءِ ۽ ان جي سڌاري واڌاري لاءِ، قديم تاريخ جي اهميت وڌي وڃي ٿي.

هندوستان جي تاريخ جي جديد تشڪيل برطانوي دؤر ۾ ٿي، ان لاءِ انهن تاريخ جي خيال کي پنهنجي انداز ۾ پيش ڪيو. انهن تاريخ مان اهو ثابت ڪرڻ چاهيو تہ، هندوستان تي سدائين غيرملڪي طاقتن حڪومت ڪئي ۽ هندوستان وارا حڪومت ڪرڻ جي لائق نہ آهن. هنن خاص تاريخ ۾ آرين کي وڏائي پيش ڪيو، آريہ جيڪي سفيد نسل جا هئا، دراوڙ جيڪي ڪارا هئا، ان ڪري آرين کان پوءِ هندوستان ۾ تهذيب ۽ تمدن جي ابتدا ٿي.... پر جديد تحقيق کان پوءِ اها خبر پيئي آهي تہ، آرين جي برتري جو نظريو سراسر غلط آهي. "ديبي پرشاد چٽوپاڌيائي" اهو ثابت ڪيو آهي تہ، هندوستان ۾ آريہ ڪڏهن بہ اڪثريت ۾ نہ رهيا. هندوستان ۾ اڪثريت دراوڙن جي گڏيل نسل جي رهي هئي، انهيءَ جي ثبوت طور هن ١٨٧١-١٨٧٢ع جي مردم شماري ڏني آهي جنهن ۾ هندوستان جي اڪثريت کي قبائلي آبادي چيو ويو آهي. جيڪي آريا نہ هئا. پنهنجي اقليت کي اڪثريت ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ آرين جي شروع کان اها ڪوشش رهي تہ هتي رهندڙ قديم قبيلن کي آريائي بڻايو وڃي. انهيءَ مقصد لاءِ "سنگهہ" يا قبيلن جي اتحاد کي ٽوڙڻ لاءِ، ڪوٽليہ "ارٿ شاستر" ۾ زور ڏنو آهي. جيئن انهن کي ٽوڙي سلطنت جو هڪ حصو بڻايو وڃي. انهيءَ اتحاد کي ٽوڙڻ لاءِ، هو فوجي قدمن بجاءِ انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏئي ٿو تہ، انهيءَ اتحاد کي شراب، عورت، ڪوڙ ۽ سازشن ذريعي ٽوڙيو

وڃي ۽ جي ٿي سگهي ته انهن کي پنهنجو پاڻ ۾ ويڙهايو وڃي. ۽ انهن جو قتل عام ڪرڻ به جائز آهي. ٿي سگهي ٿو ته ’اشوڪ‘ جي ’ڪالنگا جي جنگ‘ به ان جو هڪ مثال هجي.

آريا ڏاهن جو هڪ مثال بنگال جو آهي، جتي ڪجهه قبيلن جو مذهب تبديل ڪري انهن کي آريا بڻايو ويو. پر اڄ به انهن جي اڪثريت پنهنجي پراڻي مذهب جي پيروڪار آهي. ”چنو پاڏياڻي“. اهو به ثابت ڪيو ته، هندوستان جا اڪثر حڪمران آريا نه هئا. مثلاً: موريه خاندان، بلڪ اڪثر حڪمرانن جو واسطو شودر ذات سان هو. (سنڌ جي برهمڻ خاندان جي حڪمران ڇچ متعلق چيو وڃي ٿو ته اهو به شودر هو). ’شيواجي‘ جو واسطو به شودر ذات سان هو. پر جڏهن اُن کي تخت تي ويهاريو ويو ته اُن کي ’ڪشتري‘ ثابت ڪيو ويو.

اهي قبيلا جن آرين خلاف جنگ ڪئي پر ناڪام ٿيا. سي پنهنجي اباڻي مذهب تي ته رهيا پر معاشي طور تي ڪمزور ٿيندا ويا. ڇوته انهن آرين سان ڏاهه نه ڪيو ان لاءِ اهي آريا سماج ۾ هيٺين طبقي ۾ رکيا ويا. ان لاءِ اڄڪلهه انهن قبيلن جا نالا پڇتي پيل، جاهل ۽ برايون ڪندڙن ۾ ڳڻيا وڃن ٿا، مثلاً: چٽ، ڳنوار، ڪيڄر، ڊنگر، چنڊيل ۽ جهنگلي وغيره. اهي سڀ قبيلن جا نالا آهن جيڪي جنگ ۾ هار کائڻ کانپوءِ غلام ٿي ويا ۽ لفظ ”داس“ غلامي جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ لڳو. اهڙو مثال اسانکي رومي تاريخ ۾ به ملي ٿو جتي Slave ۽ Helot به قبيلا ۽ نسلي گروپ هئا جيڪي هار کائڻ کانپوءِ غلام بڻجي ويا. تاريخ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ويڙهه ۽ نه ڏهڻ جي تمام وڏي ۽ سخت سزا هوندي آهي ۽ نسل انهيءَ عذاب سان لنگهندا آهن. پر اڄ تاريخ انهن مظلومن ۽ پوئتان پيل ماڻهن کي انهن جو اصلي حق ڏيارڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهي آهي. ان جو مثال هندوستان ۾ ’دلت‘ تحريڪ آهي جيڪا برهمڻ جي حاڪميت ۽ ذهني غلامي خلاف ڀرپور احتجاج آهي.

انهن قديم قبيلن جو سماجي رُتبو برطانوي عهد ۾ به هيٺاهون رهيو. ۽ انهن خاص ڪري خانہ بدوش قبيلن لاءِ ”چور“ جو لفظ استعمال ڪيو ويندو هو جيڪو يقيناً تاريخ ۽ سماج کان اڻ ڄاڻائي جو ثبوت هو. ڇوته اهي قبيلا فطرت سان گڏيل هئا ۽ شهرن کان پري جهنگلن ۽ غيرآباد علائقن ۾ رهندا هئا ۽ ڪين فطرت کان جيڪو ڪاڏو ملندو هو ان کي گڏ ڪري ان کي استعمال ڪندا هئا. اهي فطرت تي پنهنجو حق سمجهندا هئا. ان ڪري هر وڻ جي ميوي تي سندن حق هو. پر جڏهن ذاتي ملڪيت انهن زمينن ۽ وڻن تي قبضو ڪيو ته انهن قبيلن کي ”چور“ چيو ويو ڇوته قبيلي وارا وڻ تي پنهنجو حق سمجهندا هئا ان لاءِ ميوو پٽيندا رهندا هئا. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته ”چور“ اهي قبيلي وارا هئا يا آهي جن ذاتي ملڪيت جي بنياد تي انهن شين تي زوري قبضو ڪيو؟

ذات پات جي ورهاست، جيڪو پوءِ هندو سماج ۾ آئي، آها آريا پاڻ سان گڏ ڪٺي ڪونه آيا هئا. پر اها ان وقت شروع ٿي هئي جڏهن هندوستان جا قديم قبيلا ٽٽا ۽ ساڻهو پنهنجن ڌنڌن جي حساب سان ورهائجي ويا. آرين ۾ به آهي قبيلا جيڪي معاشي طور تي ڪمزور ٿي ويا هئا، انهن کي پڻ ”ڪريل“ سڏيو ويو ۽ انهن کي سماج ۾ هيٺيون درجو ڏنو ويو ان لاءِ ذات پات جي ورهاست معاشي هئي جنهن کي پوءِ وڏي ذات وارن پنهنجي مفادن جي تحفظ لاءِ مذهبي رنگ ڏنو.

هندوستان جي تاريخ تي تحقيق ٿيڻ کانپوءِ اها ڳالهه ثابت ٿي ويئي آهي ته، آرين جي اچڻ کان اڳ، هندوستان ۾ تهذيب ۽ تمدن پنهنجي جوڀن تي هئي. خاص ڪري وادي سنڌ جي تهذيب ان ڳالهه جو چٽو ثبوت آهي. انهيءَ دؤر ۾ تهذيب ۽ تمدن شهري شڪل اختيار ڪري چڪو هو. آرين جي حملن انهيءَ تهذيب کي وڏو نقصان پهچايو. ڇوته انهن شهرن کي تباهه ڪيو، زرعتي نظام کي گهڻو نقصان پهچايو ۽ تهذيب جي ترقي جي عمل کي اڳيان وڌڻ کان روڪي ورتو. انهن حملن جي نتيجي ۾ وڏيون

وڏيون سلطنتون ختم ٿي ويون ۽ ملڪ پيهر جاگيرداري نظام طرف واپس وريو ۽ هر هنڌ ننڍا ننڍا راجا ۽ حڪمران پيدا ٿيا. معاشري کي پيهر سلطنت جي شڪل وٺڻ ۾ هڪ ڊگهو عرصو لڳو. جڏهن آريہ تهذيب و تمدن جي شروعات ٿي ۽ پوءِ ان جي تشڪيل ٿي تہ ان ۾ دراوڙن جا اثر وڏيڪ نمايان آهن. جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ، فاتح تهذيبي طور تي هارائيندڙن کان شڪست کاڌي.

تاريخ جو اهم عمل قومن جو زوال هوندو آهي. واديءَ سنڌ جي تهذيب ڪيئن زوال پذير ٿي ان متعلق يحيٰ امجد پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ، ”موسمي ۽ قدرتي تبديلين کانسواءِ آبادي ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. پيداوار جو جيڪو ڍانچو هو اهو سماج کي پوري ڪري ڏيڻ ۾ ناڪام ٿي ويو. اهڙين حالتن ۾، استحصال برداشت جي حدن کان ٻاهر ٿي ويو ۽ هاري بغاوتون ڪرڻ لڳا، واپاري قافلن تي ڌاڙيلن جا حملا ۽ شهرن تي هارين جا حملا ٿيڻ فطري ڳالهہ هئي، انهن روز روز جي بغاوتن، سلطنت کي گهڻو ڪمزور ڪري وڌو، هر هنڌ رياستي مشينري ناڪام ٿيڻ لڳي. غلامن جي بغاوتن جو هڪ اڻ کٽ سلسلو اهو بنياد آهي جنهن ڪري سنڌ جي تهذيب ۽ سنڌ جي سلطنت کي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو.“

ان کانپوءِ آرين جي آمد، انهن جا حملا، هندوستان جي قديم معاشري جي تباهي ۽ پوءِ آريا تهذيب جي تشڪيل کي بيان ڪيو ويو آهي، جنهن ۾، ’برهمڻ‘ هڪ سگهاري قوت سان اڀري ٿو ۽ هندو سماج کي پنهنجي طاقتور چنبي ۾ قابو ڪري ٿو. آخرڪار ان جي ردعمل ۾ بدمت پيدا ٿئي ٿو، جيڪو برهمڻ رسمن ۽ منجهيل عبادت جي طريقن جي خلاف هڪ بغاوت هئي ۽ ان، سماج جي هڪ وڏي حصي کي ’برهمڻ ازم‘ مان آزاد ڪرايو. تاريخ ۾ مذهب، نظريا ۽ خيال هڪٻئي جي ٽڪر ۾ هوندا آهن ۽ ان جي نتيجي ۾ تاريخي عمل مسلسل اڳيان وڌندو رهندو آهي.

انهيءَ قديم تاريخ جي سڀ کان وڏيڪ خوبصورتي هي آهي تہ، اها سياسي نہ پر ثقافتي ۽ تهذيبي آهي، انهيءَ ۾ معاشرو

ڇڙندي ڦرندي نظر اچي ٿو. انهيءَ ڇڙ ـ ڦڙ سان سماج جڙيل ٿو، جيئن هتي حڪمران طبقي جي تاريخ تي اجاره داري ناهي، پر عوام تاريخ جي جوڙڻ ۾ مصروف آهي.

ڪنهن به خطي جي تاريخ، معاشري ۽ ان ۾ رهندڙ ماڻهن کي، ماضي جي آنهن گهرائين ۾ ڪٺي وڃي ٿي، جتي آنهن جون پاڙون هجن، انهن ئي روايتن سان ادارا جڙن ٿا ۽ تبديلين جو هڪ عمل جاري رهي ٿو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِپني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٺن جٺن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)